# التحرير العجيب
# في
# حُجّيَةِ حَدِيثِ الحَبِيبِ صلی اللہ علیہ وسلم

وما ينطق عن الھوىٰ

شاہ مرداں شیر یزداں قوت پروردگار    لافتی الا علی ولاسیف الا ذوالفقار





از رشحات قلم

پیر طریقت، رہبر شریعت، مفسرِ قرآن، مبلغ اسلام

حضرت علامہ مولانا محمد ادریس ڈاھري نقشبندي

ناشر: ادارۂ خدمة القرآن والسنة

شاھپور جھانیان ضلع شھید بینظیر آباد سند

بسم الله الرحمن الرحيم

"وَمَا آتَاكُمُ الرَّسُولُ فَخُذُوهُ وَمَا نَهَاكُمْ عَنْهُ فَانْتَهُوا"

كتاب مستطاب



# التحرير العجيب

# في

# حجية حديث الحبيب صلى الله عليه وسلم



**از رشحات قلم**: مفسر القرآن، مبلغ خوش بیان، حضرت

پیر روشن ضمیر، **علامہ الحاج محمد ادریس ڈاهري**

نقشبندي، قادري دامت برکاته وزید عمره

ناشر:

**اداره خدمة القرآن والسنة، جامعه محمديه**

شاهپور جهانيان ضلع بينظير آباد

| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو | : التحرير العجيب في حجية الحبيب ﷺ |
| از رشحات قلم | : علامہ الحاج محمّد ادريس ڏاهري مدظلہ |
| ڪمپوزنگ | : سخاوت علي جتوئي 03003067747 |
| ٽائيٽل | : اسد الله پنهو |
| تعداد | : 1000 |
| ڇاپو | : پهريون |
| سال | : 2012ع |
| قيمت | : 200 روپيا |

ملڻ جو هنڌ :

ادارہ خدمة القرآن والسنة،

جامعہ محمديہ

شاهپور جهانيان ضلع شهيد بينظير آباد

---

فون: 0244..314244

www.bulbulemadina.com

# مضمونن جي فهرست

# تقريظ-1

**عارف بالله، عاشقِ رسول الله (ﷺ) حضرت قبله صاحبزاده محمد عبدالغفار (ثاني) دامت عنايته سجاده نشين (درگاه رحمتپور شريف لاڙڪاڻو)**

نحمده و نصلي علىٰ رسوله الكريم. اما بعد! "مَنْ يُّطِعِ الرَّسُوْلَ فَقَدْ اَطَاعَ اللّٰهَ"- (جيڪو اطاعت ڪري ٿو رسول جي پوءِ بلاشڪ ان اطاعت ڪئي الله جي)- رب العزة جي هن فرمان عالي شان مان حديث جي منڪرن جي ڪليل ترديد ٿي رهي آهي ڇو ته جيستائين محبوب ڪريمﷺ جي قول ۽ فعل جي (سندن خصوصيات کان سواءِ) فرمانبرداري نه ڪبي تيستائين الله عزوجل جي صحيح معنىٰ ۾ اطاعت نه ٿي سگهندي ۽ هر دور ۾ جڏهن ته دين متين جا سڌي طرح يا اڻ سڌي طرح دشمن پيدا ٿيندا رهيا آهن ته انهن جي جواب ڏيڻ ۽ ترديد ڪرڻ جي لاءِ سچا سني علماء ميدان ملهائيندا رهيا آهن. اهي صحابه ڪرام، تابعين، تبع تابعين، ڪاملين ۽ صالحين جي نقش قدم تي هلندا اعلاءِ حق جي لاءِ پاڻ پتوڙيندا رهيا آهن. اڄ انتهائي خوشي ۽ مسرت حاصل ٿي جڏهن سنڌ جي نامور عالم، نقشبندي، غفاري سلسلي جي مشهور، مفسر، مدرس، خطيب مولانا الحاج محمد ادريس ڏاهري نقشبندي غفاري صاحب جن جو حديث جي منڪرن جي رد ۾ لکيل مختصر مگر جامع ڪتاب "التحرير العجيب في حجية حديث الحبيب(ﷺ)" مليو. ڪتاب پڙهي دل خوش ٿي ۽ دل مان دعا نڪتي ته شال الله جل وعلا شانه سندن علم، عمل ۽ فيض ۾ رڌيڪ برڪتون عطا فرمائي ۽ سندن سينو عشق رسول(ﷺ) سان پرپور ۽ پرنور رهي ۽ ڪين مزيد، ديني، روحاني ۽ شرعي علوم جون خدمتون نصيب ڪري ۽ هن ٻن اکرن جي وساطت سان هي عاجز ٻين بزرگان دين ۽ حق وارن عالمن کي گذارش ٿو ڪري ته اهي به ڪمر بسته ٿي انڪار حديث جي فتني کان خواص ۽ عوام کي

مطلع ڪندي ان فتني کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ۽ سرڪاري تعليمي ادارن مان بي ادبن ۽ گستاخن جي لکيل ڪتابن کي ڪيرائي ڇڏين. متان انهن جي ڪري مسلمانن جو نئون نسل گمراه ٿي وڃي. هن عاجز جي خيال ۾ اهي ڪتاب نئين نسل جي عقيدن کي بگاڙڻ ۾ هاجيڪار ثابت ٿيا آهن. لهٰذا انهن جو سد باب ڪيو وڃي ته اسان جو نئون نسل پڪو ۽ سچو سُني رهي.

دعاگو

**لاشيءِ فقير محمّد عبدالغفار جان**

دربار عاليه رحمتپور شريف لاڙڪاڻو

4 رمضان المبارک

1432 هه 2011_8_5

# تقريظ-2

**حضرت قبلہ سيّد منير احمد شاہ ذاڪري- سجاده نشين درگاه ذاڪري-1 سڪرنڊ**

بسم الله الرحمن الرحيم

الصلواة والسلام عليک يا رحمة لِلّعالمين.

اسلامي قانون جا چار بنيادي سرچشما يا ماخذ آهن: قرآن – حديث- اجماع ۽ قياس. حديث يا سنت، اسلامي قانون جو ٻيو اصول يا ماخذ آهي. سنت الرسول، قرآن مجيد جي تشريح ۽ سمجهاڻي کان سواءِ پاڻ به انساني زندگي جي ڪيترن نون ۽ اهڙن سماجي ۽ قانوني مسئلن تي روشني وجهي ٿي جنهن جو قرآن مجيد ۾ ظاهري طور ذڪر تيل نہ آهي جڏهن تہ سڄي انساني زندگي جي ڪمن لاءِ حديث مبارڪ ۾ چٽي رهنمائي موجود آهي. سورت الحشر ۾ ارشاد رباني آهي تہ:"وَمَا آتَاكُمُ الرَّسُولُ فَخُذُوهُ وَمَا نَهَاكُمْ عَنْهُ فَانْتَهُوا"- (پارو 28 سورة الحشر، آيت 7)

ترجمو: ۽ جو ڪجهہ اوهان کي رسول ڏئي تہ ان کي وٺو ۽ جنهن کان اوهان کي روڪي تہ ان کان رڪجي وڃو.

عاشقان رسول ﷺ جي نزديڪ اصول حديث موجب، حديث نبويءَ جو علم افضل ۽ "اشرف العلوم" آهي. ڇاڪاڻ تہ اهو علم رسول الله ﷺ جي پاڪ ذات سان تعلق ۽ رابطي جو وسيلو آهي. هن علم ۾ نبي پاڪ ﷺ جي قول ۽ فعل سان بحث ڪيو ويندو آهي. حجيت حديث جو مفهوم بہ اهوئي آهي تہ رسول الله ﷺ جا اقوال، افعال ۽ احوال مبارڪ شرعي دليل آهن. حجيت حديث جو انڪار ڪندڙ گويا رسالت جو منڪر آهي. دنيا ۽ آخرت ۾ انساني زندگي جي ڪاميابي ۽ ڪامراني جو دارومدار توحيد ۽ رسالت تي آهي. ان ڪري توحيد سان گڏ رسالت/ حجيت حديث جو انڪار قطعي ممڪن ڪونهي. حديث پاڪ جي بنيادي سهيڙيندڙ علماءِ ڪرام حديث جي گڏ ڪرڻ ۾ جنهن احتياط کان ڪم ورتو ان جو ثبوت

هن ڪتاب جي ان حوالي مان بهتر سمجهي سگهجي ٿو جنهن ۾ مسند احمد جي چاليهہ هزار حديثن جي انتخاب وقت امام احمد بن حنبل رحمة الله عليه جي سامهون ست لک حديثون موجود هيون.

اسان جي سنڌجي مايہء ناز عالم علامہ مولانا محمد ادريس ڏاهري دامت برڪاته حجيت حديث بابت سنڌي زبان ۾ هي مختصر مگر جامع ڪتاب لکيو آهي. جنهن ۾ هر پهلوءَ کان تحقيقي روشني وڌي ويئي آهي. خاص ڪري سنڌي ٻوليءَ ۾ هي جديد ۽ تحقيقي انداز جو ڪتاب آهي. جنهن وسيلي اهڙي اهم ۽ ضروري موضوع کي عام ماڻهن توڙي عالمن لاءِ انتهائي عام فهم ٻوليءَ ۾ لکيو ويو آهي. سائين مولانا صاحب تحرير سان گڏ وعظ و تقرير جي فن ۾ بہ سڄي ملڪ ۾ مشهور آهي. ان ميٽا ۾ کيس "بلبل مدينه" جو خطاب مليل آهي. مون کي ياد آهي تہ 35_40 سالن کان درگاهہ شريف ڏاڪري سڪرنڊ تي حضرت "سائين سهڻي"، سيد احمد شاهہ ڏاڪري رحمة الله عليه جي وقت کان وٺي اڄان تائين هر سال سالانہ روحاني اجتماع تي سندن خطاب لاجواب ٿيندو رهيو آهي. جيڪا سندن درگاهہ شريف سان ۽ جماعت ڏاڪريہ جي ساڻن محبت ۽ عقيدت جو اهڃاڻ آهي.

مولانا صاحب سنڌي ۾ قرآن پاڪ جو "تفسير احسن البيان" نون جلدن ۾ لکيو آهي. هي تفسير تحقيق ۽ عشق رسول پاڪ ﷺ جو بي بها خزانو آهي. جنهن ۾ اهلسنت جي مڙني اهم تفسيرن جي خوشبوءِ سان گڏ سولي سنڌي ۾ سمجهاڻي سندن علم جي وسعت تي دليل آهي. ان کان علاوه بہ مختلف اهم موضوعن تي تصنيف ۽ ديني ادب جي حوالي سان سندس 40 کان وڌيڪ ڪتاب بہ ڇپيل آهن. جن جي اهميت کي نظرانداز نٿو ڪري سگهجي. اسان جي نماڻي دعا آهي تہ الله تعالىٰ شال سائين مولانا صاحب کي دين ۽ دنيا ۾ شاد آباد رکي تان تہ پاڻ اهڙي ديني خدمت سرانجام ڏيندا رهن. آمين

**سيّد محمد منير شاهہ**

درگاهہ پير ڏاڪري سڪرنڊ

# تقريظ۔ 3

## حضرت علامہ پير خليل احمد جان نقشبندي درگاه ويهڙ شريف۔ دادو

بسم الله الرحمن الرحيم

الحمد لله الذى ارسل رسوله بالكتاب والحكمة، والصلواة والسلام على الصادق المصدوق سيدنا محمد الذى كان حديثه واجب العمل على الامة. وعلى آله واصحابه العاملين على سنته المكرمة. وعلى علماءِ دينه الكاتبين للكتب القيمة. اما بعد.

سِٽ سائي سار الف جنهن جي اڳ ۾،
ميان جو معلوم ٿئو ورق سوئي وار،
ناحَقَ ڪِيمَ نِهار، پَنا پِرين لَئي. (شاهہ/سر: يمن)

حضور پر نور ﷺ جن جي حديث مبارڪ کي اهلِ اسلام هميشه عزت جي نگاهن سان ڏٺو انهيءَ کي پنهنجي لاءِ مشعلِ راهہ هدايت يقين ڪيو. مٿس محبت سان عمل ڪرڻ کي جنت ۾ معيتِ مصطفیٰ ﷺ جو سبب شمار ڪيو ۽ موجب رضاءِ الٰهی تصور ڪيو آهي. سن ٻي صدي هجري جي آغاز ۾ متڪلمين معتزله انڪارِ حديث جو فتنو ڪڙو ڪيو. اُن وقت علماءِ ربانيين انهيءَ جو رد ڪيو. اڳتي هلي فقہ جي امام حضرت امام محمد بن ادريس شافعي رحمۃ اللہ علیہ (المتوفیٰ 204 ھ) پنهنجي رسالي ۾ انهيءَ گمراهہ ٽولي جو سنو رد لکيو. وري ڏهين صديءَ ۾ حضرت علامہ جلال الدين سيوطي رحمۃ اللہ علیہ (لمتوفیٰ 911ھ) باقاعده انهيءَ موضوع تي "مفتاح الجنة في الاحتجاج بالسنة" جي نالي سان هڪ مستقل ڪتاب تصنيف فرمايو. انهيءَ ڪان پوءِ تُرڪ، مصر ڪان ٿيندو اهو فتنو گذريل صدي ۾ هندستان پوءِ سنڌ ۾ آيو. جيڪي هاڻي "اهلِ قرآن"، "چڪڙالوي" ۽ "پرويزي" فرقي سان مشهور آهن. انهيءَ دؤران هر وقت ۽ علائقي جي علماء محققين انهيءَ ملحد ٽولي جو فصيح ۽ بليغ

انداز سان جواب ۾ رد لکندا آيا آهن. هن دؤر ۾ اسان جي سنڌ سڳوري جي سدا بهار محقق، مبلغ، مصنف، مفسر، محدث، پير طريقت داعی سنت قاطع بدعَت حضرت علامہ الحاج محمد ادريس نقشبندي، قادري، ڏاهري طوّل الله عمره وادام فيوضه جن هي ڪتاب "التحرير العجيب في حُجِيَة حديث الحبيب" جي نالي سان لکي قلمي جهاد ڪري پنهنجو حق ادا فرمايو آهي ۽ سنڌي مسلمانن تي احسان عظيم فرمايو آهي. اميد تہ هن ڪتاب جي منظر عام تي اچڻ سان باطل جا ڪنڌ ڪرندا ۽ اڏا اٿندا ـ (انشاء الله تعالیٰ).

انهن سڀن رد ڪندڙن کان پهريان جڏهن اجا منڪرين حديث جي ٽولي جو تصور ئي ڪونہ هو تہ صادِق، مَصدوق، مُطَلَع علیٰ الغيب، نبي مڪرم، نور مجسم ﷺ جن انهن جي هن طرح خبر ڏيڻ فرمائي: لَا أُلْفِيَنَّ أَحَدَكُمْ مُتَّكِئًا عَلَى أَرِيكَتِهِ يَأْتِيهِ أَمْرٌ مِمَّا أَمَرْتُ بِهِ أَوْ نَهَيْتُ عَنْهُ فَيَقُولُ لَا أَدْرِي مَا وَجَدْنَا فِي كِتَابِ اللَّهِ اتَّبَعْنَاهُ ـ ابوداود (م: 275 ھ) فی السنن: فی لزوم السنة 290/2) والترمذی (م: 279ھ) فی الجامع: فی مانھی عنه ان یقال عند حدیث النبی ﷺ 95/2) وابن ماجة (م: 273 ھ) فی السنن: فی تعظیم حدیث رسول الله ﷺ (ص 3) والنسائی (م: 303 ھ) فی عشرة النساء (ص 161) والحمیدی (م: 219ھ) فی المسند (252/1) و الطحاوی (م: 321 ھ) فی شرح معانی الأثار 516/3) والطبرانی (م: 360 ھ) فی المعجم الکبیر 405/1) والآجری (م: 360 ھ) فی (2) الشریعة (ص 106) وابن بطة العکبری (م: 387 ھ) فی الابانة الکبری 67/1) والبیهقی (م: 458 ھ) فی الاعتقاد (ص 222) و فی دلائل النبوة (26/1، 549/6) وفی السنن الکبری 76/7) والحاکم (م: 504 ھ) فی المستدرك 191/1) .يعني: پاڻ ڪريمن ﷺ جن فرمايو تہ: "توهان مان ڪنهن کي مان نہ ڏسان جو پنهنجي مسند تي ٽيڪ ڏئي ويٺو هجي، منهنجو امر يا نهي هُن وٽ پهچي تہ چوي تہ مان نہ ٿو ڄاڻان (يعني: انڪار ڪري) اسان جيڪو قرآن ۾ ڏسنداسين بس انهيءَ جي ئي پيروي ڪنداسين. منڪرين حديث جو اهو عقيدو آهي تہ

معاذ الله ثم معاذ الله. رسول الله ﷺ، فداه روحي و ابي و امي و اولادي جن جي حيثيت هڪ قاصد جيئن آهي. جنهن جو ڪم صرف نياپو پهچائڻ آهي. وڏ مان وڏ جيئن امير جي اطاعت جماعت تي خاص منصبي دائري ۾ رهي ڪري واجب هوندي آهي باقي هن جي هر قول ۽ فعل ۾ اطاعت واجب نہ هوندي آهي. اهڙي طرح نبي بہ پنهنجي زماني جو امير هوندو آهي انهيءَ حيثيت سان سندس فرمانبرداري واجب هوندي آهي، باقي نبي هجڻ جي حيثيت سان هن جو ڪوبہ قول ۽ فعل حجت نہ آهي ۽ عمل صرف الله تعالىٰ جي حڪم جو واجب آهي. جيئن قرآن ڪريم ۾ آهي: إِنِ الْحُكْمُ إِلَّا لِلَّهِ - (الانعام:75) يعني حڪم صرف الله تعالىٰ جو آهي- اهوئي سبب آهي جو انهن جو نعرو جڳهہ جڳهہ تي ديوارن ۽ اشتهارن تي اهوئي هوندو آهي. "اَلاَمْرُ لِلّٰهِ" جنهن جو مفهوم آهي: صرف الله تعالىٰ جو حڪم مڃڻو آهي. اهو نعرو ئي انڪار حديث کي متضمن آهي.

بدبختن کي مٿيون حڪم قرآن ۾ نظر تہ آيو پر انهيءَ قرآن ڪريم ۾ هي ارشاد پاڪ نظر نہ آيو: مَنْ يُطِعِ الرَّسُولَ فَقَدْ أَطَاعَ اللَّهَ- (4/النساء: 80) جنهن رسول جي اطاعت ڪئي تنهن بيشڪ الله جي اطاعت ڪئي ۽ "يَاأَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُوا أَطِيعُوا اللَّهَ وَأَطِيعُوا الرَّسُولَ"- (4/النساء: 59) يعني: اي ايمان وارؤ! الله جي اطاعت ڪيو ۽ رسول جي اطاعت ڪريو. ۽ "وَمَا أَرْسَلْنَا مِنْ رَسُولٍ إِلَّا لِيُطَاعَ بِإِذْنِ اللَّهِ"- (4/النساء: 64) يعني: ۽ اسان ڪوبہ رسول نہ موڪليو مگر هن لاءِ تہ الله جي حڪم سان ان جي فرمانبرداري ڪئي وڃي.

عجب آهي تہ سڏائن "اهل قرآن" ۽ قرآن شريف جي هڪ حصي پاڪ تي عمل ڪن ۽ ٻئي حصي جو انڪار! اهڙن جي لاءِ الله تعالىٰ جو هي

ارشاد آهي:"إِنَّ الَّذِينَ يَكْفُرُونَ بِاللهِ وَرُسُلِهِ وَيُرِيدُونَ أَنْ يُفَرِّقُوا بَيْنَ اللهِ وَرُسُلِهِ وَيَقُولُونَ نُؤْمِنُ بِبَعْضٍ وَنَكْفُرُ بِبَعْضٍ وَيُرِيدُونَ أَنْ يَتَّخِذُوا بَيْنَ ذَلِكَ سَبِيلًا(150)أُولَئِكَ هُمُ الْكَافِرُونَ حَقًّا وَأَعْتَدْنَا لِلْكَافِرِينَ عَذَابًا مُهِينًا"۔(4/النساء:150۔151) بيشڪ جيڪي الله ۽ ان جي رسولن کي نہ ٿا مڃين ۽ گهرن ٿا تہ الله کان ان جي رسولن کي جدا ڪن ۽ چوندا آهن تہ اسان ڪجهہ حصي تي ايمان آندو ۽ ڪجهہ حصي جا منڪر ٿياسين ۽ گهُرن ٿا تہ ايمان ۽ ڪفر جي وچ ۾ ڀي واٽ ڪيڍي وجهن. اهي ئي نيڪ پڪا ڪافر آهن ۽ اسان ڪافرن جي واسطي ذلت جو عذاب تيار ڪري رکيو آهي. هي بہ الله سبحانہ و تعالیٰ جي پياري قرآن حڪيم جو فرمان آهي:"لَا تَجْعَلُوا دُعَاءَ الرَّسُولِ بَيْنَكُمْ كَدُعَاءِ بَعْضِكُمْ بَعْضًا قَدْ يَعْلَمُ اللهُ الَّذِينَ يَتَسَلَّلُونَ مِنْكُمْ لِوَاذًا فَلْيَحْذَرِ الَّذِينَ يُخَالِفُونَ عَنْ أَمْرِهِ أَنْ تُصِيبَهُمْ فِتْنَةٌ أَوْ يُصِيبَهُمْ عَذَابٌ أَلِيمٌ"۔(24/النور:63) رسول جي سڏڻ کي پاڻ ۾ ائين نہ بنايو جيئن توهان مان هڪڙو ٻئي کي سڏي ٿو بيشڪ انهن کي الله ڄاڻي ٿو جيڪي توهان مان کسڪي نڪري وڃن ٿا ڪنهن شيءِ جي آڙ وٺي پوءِ ڊڄڻ گهرجي انهن کي جيڪي رسول جي حڪم جي ابتڙ ڪن ٿا متان انهن کي ڪا آزمائش پهچي يا انهن کي دردناڪ عذاب پهچي. الله تعالیٰ فرمايو:"وَإِذَا قِيلَ لَهُمْ تَعَالَوْا إِلَى مَا أَنْزَلَ اللهُ وَإِلَى الرَّسُولِ رَأَيْتَ الْمُنَافِقِينَ يَصُدُّونَ عَنْكَ صُدُودًا"۔(4/النساء:61) ۽ جڏهن انهن کي چيو وڃي تہ الله جي نازل ڪيل ڪتاب ۽ رسول جي طرف اچو تہ تون ڏسندين جو منافق تو کان منهن موڙي ڦري ويندا آهن.

الله ﷻ جو فرمان آهي: "وَمَا كَانَ لِمُؤْمِنٍ وَلَا مُؤْمِنَةٍ إِذَا قَضَى اللهُ وَرَسُولُهُ أَمْرًا أَنْ يَكُونَ لَهُمُ الْخِيَرَةُ مِنْ أَمْرِهِمْ وَمَنْ يَعْصِ اللهَ

وَرَسُولَهُ فَقَدْ ضَلَّ ضَلَالًا مُّبِينًا“--(الاحزاب:36) ۽ ڪنهن بہ مسلمان مرد ۽ مسلمان عورت کي حق نہ ٿو پهچي جو جڏهن الله ۽ رسول ڪجھ حڪم فرمائن تہ پوءِ بہ انهن کي پنهنجي معاملي جو اختيار رهي ۽ جيڪو حڪم نہ ٿو مڃي الله ۽ ان جي رسول جو بيشڪ اهو پوري طرح ڀٽڪي ويو.

هنن سڀني آيتن ۾ الله ﷻ، حبيبن ڪريمن ﷺ جن جي اطاعت کي امت جي مٿان لازم قرار ڏنو آهي. انهن آيتن مان ڪاٿي پاڻ ڪريم ﷺ جن جي اطاعت کي الله تعالیٰ پنهنجي اطاعت شمار فرمايو ڪاٿي سندن اطاعت ڪرڻ لاءِ مؤمن کي چٽيءَ طرح حڪم فرمايائين، ڪاٿي سندن اطاعت جي انڪار ڪندڙن کي ڪافر قرار ڏنائين، ڪاٿي منڪرن کي ذلت واري ۽ دردناڪ عذاب جي ڌمڪي ڏنائين، ڪاٿي انهن کي منافقن سان تعبير فرمايائين، ۽ ڪاٿي انهن کي کلم کلا گمراه ظاهر فرمايائين. هاڻي هن مان عبرت حاصل ڪيو تہ منڪرينِ حديث ڪهڙي قسم جا مسلمان آهن، هو دين تي ڪيئن عمل ڪري سگهندا، ۽ آخرت ۾ انهن سان ڪهڙو حشر ٿيندو؟ (العياذ بالله تعالیٰ).

ڇا قرآن مڃڻ جي دعویٰ ڪري، حديث جي انڪار سان قرآن جو انڪار نہ آهي؟ قرآن ڪو ڪتابي شڪل ۾ نازل ڪونہ ٿيو آهي، نہ ئي فرشتن اچي سڀ ڪنهن کي ٻڌايو آهي. بلڪ حضور پرنور ﷺ جي زبان گوهر فشان مان ئي ٻڌو ويو آهي. انهيءَ زبان پاڪ مان قرآن بہ ٻڌو ويو ۽ حديث بہ ٻڌي وئي، عقلي يا خارجي اهڙو ڪوبہ قرينو نہ آهي جنهن سان قرآن ۽ حديث ۾ امتياز ڪيو وڃي. بلڪ پاڻ ﷺ جن ئي پنهنجي ڪلام پاڪ جي جنهن حصي کي قرآن فرمايو اهو امت لاءِ قرآن ٿيو ۽ جنهن لاءِ قرآن نہ فرمايو اهو حديث مبارڪ ٿي. يعني قرآن پاڪ جي تصديق جي لاءِ وري بہ حديث جي ضرورت پئي. ۽ حديث پاڪ کان سواءِ دين متين جو ڪوبہ شعبو مثلاً طهارت۔ عبادات۔ معاملات وغيره

قطعاً نامڪمل آهي. تنهن ڪري خود قرآن پاڪ جي ڪلام الٰهي ۽ مُنزل مِن الله هئڻ تي ۽ دين جي هر شعبي جي تصديق ۽ تڪميل تي حديث شريف ڪي ضرور حجت ميڄڻو پوندو.

بهرحال انهيءَ موضوع تي حضرت مؤلف موصوف زيد علمه جن هن ڪتاب ۾ مختصر پر جامع بحث فرمايو آهي. منڪرين جي شبهات ۽ اعتراضات جا ڪافي ۽ شافي جواب رقم فرمايا آهن. گڏوگڏ تدوين حديث تي بہ بهترين تشريح فرمائي اٿن. دعا آهي تہ الله تعالیٰ سندن هن ڪاوش کي قبوليت جو شرف عطا فرمائي، گمراهن لاءِ هدايت جو سبب بنائي ۽ کين عمر دراز صحت سلامت عطا فرمائي، سندن اولاد، شاگرد ۽ جماعت کي سندن نقش قدم تي هلائي ۽ اسان اهل سنت و جماعت جي طرفان کين احسن الجزاء عطا فرمائي. آمين بجاهِ سيد الانبياء والمرسلين صلی الله تعالیٰ عليه وعلیٰ آله واصحابه واتباعه وسلم تسليماً ڪثيراً ڪثيراً.

الفقير ابو المعروف
**خليل احمد جان**
النقشبندي الاشرفي الازهري عفي عنہ
درگاهہ عاليہ ويهڙ شريف۔ سنڌ

20 رمضان المبارڪ سنہ 1432ھ
21 آگسٽ سنہ 2011ع۔ يوم الاحد

# تقريظ-4

**حضرت صاحبزاده سائين حافظ منظور احمد مشوري مدظلہ العالي**

الحمد لله الذی کفیٰ والصلواة والسلام علیٰ عبادہ الذین اصطفیٰ لاسیماً علیٰ حبیبه ونورہ سیدنا ومولانا محمد ن المصطفیٰ صلی الله علیه وسلم وعلیٰ آله واصحابه الذین من اقتدیٰ بهم اهتدیٰ.

امابعد! جڏهن اسان حضرت علامہ مولانا الحاج محمد ادريس ڏاهري مدظلہ العالي جو حديث کي نہ مڃڻ واري جي جواب ۾ حديث کي حجت ثابت ڪرڻ وارو ڪتاب پڙهيوسون تہ بلڪل صحيح ۽ حق سمجهيوسين ۽ ڪلام الله شريف جي ارشاد: "هَلْ يَسْتَوِى الَّذِينَ يَعْلَمُونَ وَالَّذِينَ لَا يَعْلَمُونَ" جو آئينہ ۽ حديث شريف : "لَولاَ الْعُلَمَاءُ لَهَلَكَ الْجُهَلآءُ" جو مقصد ظاهر نظر آيو.

حضرت علامہ ڏاهري صاحب اسلام جي بنيادي ماخذ قرآن پاڪ کان پوءِ حديث شريف جي حجيت تي هن ڪتاب ۾ تمام بهترين علمي دلائل پيش ڪري هي پڌرو ڪري ڇڏيو آهي تہ حديث شريف جو منڪر در حقيقت قرآن پاڪ جو منڪر آهي ۽ قرآن پاڪ جو منڪر اسلام کان خارج آهي. حديث شريف وحي غير متلو آهي ان جا منڪر گمراهہ ماڻهو آهن جن جو اسلام سان ڪوبہ واسطو نہ آهي. ڪافي عرصي کان اهي گمراهہ ٽولا پنهنجي عقائد باطلہ جي ترويج لاءِ پاڪستان ۾ ڪوششون ڪري رهيا آهن جيڪي دين اسلام جا سڌا سنوان دشمن آهن.

سنڌي زبان ۾ هن ڪتاب جو لکڻ جتي سندن علمي مهارت، زبردست مطالعہ ۽ اهلسنت جي جيد عالمن ۽ بزرگن جي روايت برقرار رکندي شان رسول الله صلی الله عليه وسلم جو دفاع ۽ برملا اظهار جو ثبوت آهي اتي سنڌي زبان وارن اهل سنت جي لاءِ پنهنجي ٻوليءَ ۾ هڪ بهترين

معلوماتي ۽ ديني اضافو پڻ آهي. هن ڪتاب ۾ بدعقيده ۽ گستاخن کي دندان شڪن جواب ڏئي اهو پڻ ثابت ڪيو اٿن تہ تقريري ميدان کان علاوه تحريري ميدان ۾ پڻ پاڻ بي ادب ٽولي جو پيڇو ڪندا رهن ٿا. مولانا صاحب مدظلہ العالي جن کي حضرت قبلہ مشوري شريف وارن وڏن بادشاهن جون بہ دعائون هيون اهي کين گهڻو پيار ڏيندا ۽ پيار سان ڏسندا هئا. اميد آهي تہ ڪتاب سنڌي زبان ۾ هڪ شاهڪار جي حيثيت سان سُڃاتو ويندو. هي عاجز سندن لاءِ ڏينهن رات دعاگو آهي ۽ پڻ رب ڪريم جي دربار ۾ ان جي حبيب ڪريم ﷺ جي وسيلہ جليلہ سان عرض گذار آهي تہ الله پاڪ سندن هيءُ محبت ڀري ڪاوش قبول فرمائي- آمين. ۽ الله پاڪ صحت ۽ عافيت ڪاملہ سان گڏ سندن عمر ۾ برڪت علم ۾ اضافہ سان گڏ سندن عشق، ادب ۽ فيض ۾ پڻ واڌارو فرمائي. آمين

**حافظ منظور احمد مشوري**

درگاھ عاليہ حضرت مشوري شريف.

(لاڙڪاڻو)

مورخہ 6 رمضان المبارڪ سنہ 1432ھ

# تقريظ۔5

**حضرت صاحبزاده سائين حماد الله صاحب سجاده نشين درگاه خياري شريف۔ نوابشاھ**

بسم الله الرحمن الرحيم

نحمده ونصلي ونسلم على رسوله الكريم امابعد! زير نظر ڪتاب التحرير العجيب في حجية حديث الحبيب سنڌ جي معروف شخصيت عالم باعمل انتهائي سريع القلم مفسر قرآن بهترين محقق خطيب لاثاني بلبل مدينه پير، روشن ضمير علامہ الحاج مولانا محمّد ادريس ڏاهري صاحب جن جي محنت ۽ ڪاوش آهي، سندن ذات تعارف جي محتاج نہ آهي سنڌ جي وڏن پروگرامن ۽ محفلن ۾ سندن خطاب محفلن جو سينگار ۽ زيب هوندو آهي. صاحب موصوف ڪافي وقت کان خطاب لاجواب ۽ تصنيفات جي حوالي سان خدمت سرانجام ڏئي رهيا آهن، مذڪور ڪتاب ۾ حديث جي حجيت جي انڪار مان جيڪو وڏو فتنو آهي، عام مسلمانن کي ان فتني جي حقيقت کان واقف ڪري ۽ حجيت حديث جي منڪرن کي هر طرح لاجواب ڪيو ويو آهي.

سنڌي قوم تي سندن تفسير احسن البيان وڏو احسان آهي، ۽ مختلف موضوعات تي سندن تصنيفات سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ موجود آهي، حضرت مولانا صاحب اسان جي والد حضرت مخدوم محمد رفيع الدين خياروي رحمة الله عليه جن سان گهڻي عقيدت ۽ محبت رکندا آهن ۽ انهن جون ڪين دعائون آهن. اسان جي يادگيريءَ کان بہ اڳ ۾ ۽ هن مهل تائين سالانہ بارهي شريف ۾ ايندا رهن ٿا. اها سندن مهرباني آهي اسان جي پنهنجن مريدن ۽ عوام ۽ خواص اهل سنت کي گذارش آهي تہ انهن کي پنهنجي معتبر عالمن سان گڏ رهڻ کپي ۽ نوان فتنا نوان مذهب نين ڳالهين کان پاسي تي رهڻ کپي، ۽ علامہ صاحب جي لاءِ دعا آهي تہ الله تعالىٰ سندن پورهيو قبول فرمائي ۽ سندن لاءِ آخرت جو توشو بنائي، آمين.

**فقير حماد الله خياروي**

07_10_2011

درگاھ عاليہ خياري شريف۔ نوابشاھ

# تقريظ-6

**حضرت مولانا محمد امين صاحب خليلي-زيدمجدهم**

**بسمهٖ تعالیٰ**

"التحرير العجيب في حجية حديث الحبيب ﷺ "من الرّاقم حضرت العلامة مولانا محمّد ادريس ڏاهري نقشبندي اول کان آخر تائين ڏٺم.

علامہ صاحب وڏي ڪوشش ڪئي آهي تہ مؤمنين کي حق گوش گذار ڪيو وڃي. هونئن بہ اڄ ڪالهہ جا محقق جيڪي آهن انهن جي ڪلام سمجهڻ لاءِ بہ ڊڪشنريون کولڻيون پوَن ٿيون. تہ پوءِ خالق اڪبر جيڪو پاڻ ۾ سندس ڪلام بي مثال آهي. اُن جي ڪلام سمجهڻ لاءِ بہ وڏي جاکوڙ جي ضرورت آهي. پر الله پاڪ جو احسان آهي جو پنهنجي حقيقت عظيم سمجهائڻ لاءِ حضرات انبياء ڪرام عليهم السلام جي جماعت کي مبعوث فرمايائين جن کي وحي خفي ۽ جَلي جي انوار سان منّور فرمايائين ۽ انهن کي انسانن جي سمجهائڻ لاءِ دنيا ۾ موڪليائين. وري اسان جي محبوب خاتم النبين ﷺ کي تہ خاص عنايت طور معراج شريف جي منزل تي خصوصي طور پنهنجي عِنايات سان معمور فرمائي پنهنجي ڪلام جي سمجهائڻ لاءِ مخلوق ڏي موڪليائين جنهن جو اشارو پاڻ سڳورن انهيءَ الفاظن سان ظاهر فرمايو تہ: "فَعَلِمْتُ مَافِي السَمٰوَاتِ وَالاُرضِ"- ۽ انهن علومن سان مؤمنين جي دلين کي منّور فرمايائون.

بهرحال ڪلام الله کي سمجهڻ لاءِ صاحب ڪلام ۽ صاحب قرآن جي ڪلام جو سهارو وٺڻ تمام ضروري آهي. جنهن کي حديث مبارڪ چيو وڃي ٿو. اُن کان سواءِ قرآن ڪريم جو سمجهڻ محال آهي. علامہ ڏاهري صاحب انهن علماءِ حق مان آهن جن هر زماني ۾ جڏهن ڪنهن ڪا باطل ڳالهہ ڪئي تہ اُن تي قلم کڻي حق جو رستو ڏيکاريو آهي.

پوءِ سندس تحرير شانِ حبيب خدا ﷺ - شانِ صحابہ رضوان الله عليهم اجميعن- شانِ اهل بيت رضوان الله عليهم- شان اولياء الله – کولي

ڪولي بيان ڪيو آهي ۽ اهل حق جي اکين ۾ سرمہ طور نمايان ڪري ڇڏيو آهي. الله تعالىٰ جي ڪلام کي سمجهائڻ لاءِ تہ سنڌيءَ ۾ "احسن البيان في تفسير القرآن" نَون جُلدن ۾ لکي سنڌيت تي چوڏهن چنڊ لڳائي ڇڏيا آهن. ۽ ڪوربينن جي اکين تان پٽي لاهي حق جو رستو چٽو ڪري ڇڏيو آهي.

باقي هاڻي اسان سنڌين سهڻن جي مٿان آهي تہ اُن کي پڙهون- پروڙيون ۽ پنهنجي لاءِ ثمرِ آخرت سهيڙيون رڳو لائبريرين جي زينت نہ بنايون. پڙهڻ مان ئي علامہ ڏاهري جي جاکوڙ ۽ محنت جي خبر پوندي ۽ سندس علمي مقام جي معلومات ٿيندي تہ هن مرد مجاهد رات ڏينهن هلندي – گهمندي – اوجاڳا ڪندي پنهنجي پياري ننڊ قربان ڪندي رات کي صبح ڪنديءَ اها سوکڙي اسان تائين پهچائي آهي.

منهنجي تہ دلي دُعا آهي تہ الله تعالىٰ کين دراز عُمر عطا فرمائي ۽ ديني ۽ دنيوي نعمتن سان مالامال فرمائي ۽ سندن وجود کي اسان لاءِ سايۂ رحمت تاابد دائم ۽ قائم رکي. حَديث جي حجيت تي سندس هيءَ تحرير حق ۽ برحق آهي. وَالْحَقُّ احق ان يُتَّبَعَ والله اعلم بالصواب واليه المرجع والمآب.

**فقير محمّد امين الدين خليلي**

خادم – خطيب جامع درگاهہ عاليہ

حضرت مخدوم بلال شهيد رحمة الله عليه

دادو- سنڌ

30-10-2011

# تقريظ۔ 7

**فاضل نوجوان جناب مولانا مولوي رحيم بخش صاحب ڏاهري۔ مورو - زيد عمره**

بسم الله الرحمن الرحيم

الحمد لله رب العٰلمين الذى مَنَّ عَلَى الْمُؤْمِنِينَ اذْبعَثَ فِيهِمْ رَسُولاً مِنْ انْفُسِهِمْ يَتْلُو عَلَيْهِمْ آيَاتِهِ وَيُزَ كِيهِمْ وَيُعَلِمُهُمُ الْكِتَابَ وَالْحِكْمَةَ وَانْ كَانُوا مِن قَبْلُ لَفِى ضَلالٍ مُبِينٍ و افضل الصلواة واطيب السلام على سيد الخَلْقِ محمد رحمة للعٰلمين الذى ارسل هاديا للضالين وعلىٰ اٰله واصحابه و من اتبع سنته باحسان الى يوم الدين.

امابعد الله تعالىٰ جيڪا نعمت عظمىٰ عنايت فرمائي جنهن جو پاڻ ذڪر فرمايائين اها محبوب عليه الصلواة والسلام جن جي ذات آهي جيئن رب ڪريم جو فرمان آهي:"لَقَدْ مَنَّ اللهُ عَلَى الْمُؤْمِنِينَ إِذْ بَعَثَ فِيهِمْ رَسُولًا مِنْ أَنْفُسِهِمْ يَتْلُوا عَلَيْهِمْ آيَاتِهِ وَيُزَ كِيهِمْ وَيُعَلِمُهُمُ الْكِتَابَ وَالْحِكْمَةَ وَإِنْ كَانُوا مِنْ قَبْلُ لَفِى ضَلَالٍ مُبِينٍ"- (آلعمران 164).

يعني البت تحقيق احسان فرمايائين الله تعالىٰ مومنن جي مٿان جو انهن ۾ انهن مان پنهنجو رسول موڪليائين جيڪو انهن کي آيتون پڙهي ٻڌائي توءِ انهن کي پاڪ بنائي تو جيتوڻيڪ اهي ان کان اڳ گمراه هئا.

اهو مسلّم اصول آهي تہ جيڪو رستو ڏيکاري، مونجهاري مان ڪڍي سو هادي مهربان محسن سڏبو آهي. محبوبن ڪفر شرڪ جي انڌيري مان ڪڍي ايمان جو رستو ورتايو يقيناً اهو سندن عظيم احسان آهي. محبوبن عليه الصلواة والسلام جن جي ان ٻڌايل رستي ڏي رهنمائي ڪرڻ واسطي رب ڪريم جي طرفان اجا تائين وقت سر اهڙا جيد بزرگ ۽ برک عالم پيدا ٿيندا رهن تا ۽ اهو احسانن جو سلسلو جاري آهي. اهڙن بزرگ عالمن ۾ پير طريقت رهبر شريعت مفسر قرآن

حضرت قبلہ علامہ مولانا محمد ادريس ڏاهري دامت برڪاتهم العاليه جن بہ شامل آهن جيڪي يقيناً رب جي طرفان اسان تي احسان جي حيثيت رکن ٿا جو پاڻ پنهنجي سڄي زندگي محبوب عليه الصلواة والسلام جن جي طريقي تي هلڻ، سنت نبوي کي عام ڪرڻ ۽ شريعت تي سختيءَ سان پائبندي ڪرائڻ جي لاءِ جدوجهد ۾ گذاري اٿن سندن تقرير توڙي تحرير مان عشق رسول ﷺ جو سوڳنڌ نمايان نظر اچي ٿو. محبوبن ڪريمن ﷺ جي دين جي خدمت لاءِ سندن ڪافي ڪاوشون منظر عام تي اچي چڪيون آهن جن ۾ قرآن پاڪ جو تفسير هڪ انمول تحفہ آهي. ٻين موضوعن تي پڻ سندن بي بها تصنيفات موجود آهن. ڪافي عرصي کان انڪار حديث جو فتنہ پيدا ٿي چڪو آهي جيڪي چون ٿا تہ نعوذ بالله حديث جو وجود آهي ئي ڪونہ بس جيڪي ڪجهہ آهي سو قرآن آهي. وڏي حيرت آهي تہ محبوبن نبوت واري وقت ۾ سواءِ قرآن جي ٻيو ڪجهہ ڳالهايو ئي ڪونہ بس فقط هر ڳالهہ ڪرڻ لاءِ قرآن پڙهندا هئا اهو تہ هڪ عام سمجهہ رکڻ وارو انسان بہ سمجهي سگهي ٿو تہ محبوبن ان عرصہ ۾ صحابن سان گفتگو فرمائي، دين جي تبليغ جو سلسلو جاري رکيو دين جا احڪام سيڪاريا اهائي تہ حديث ۽ سنت آهي بهرحال سائين جن ان موضوع تي تمام بهترين مدلل ڪتاب لکي اسان تي احسان فرمايو آهي. سائين جن تقريباً 14 دليل قرآن ڪريم مان وحي غير متلو (حديث) تي عمل ڪرڻ جا پيش ڪيا آهن ان کان علاوه عقلي دلائل پڻ پيش ڪيا آهن. انهن آيتن جو تفسير عام فهم ۽ انهن مان عالمانہ نڪتا بيان ڪري هڪ بي بها تصنيف کي وجود ڏنو اٿن سندن ڪتاب اختصار جي باوجود جامع پڻ آهي سنڌي زبان ۾ حجيت حديث جي موضوع تي اهڙو ڪتاب اڳ ۾ منهنجي نظر کان نہ گذريو آهي، هڪ منصف مزاج لاءِ هن ڪتاب ۾ ڪافي مواد آهي جيڪڏهن انا پرستي کان نڪري ڪري ڪوبہ هي ڪتاب پڙهندو تہ

ڪيس حديث ۽ سنت جي حجيت جي انڪار لاءِ ڪوبہ رستو نہ ملندو. ان مواد سان گڏ هن عاجز طرفان بہ محبوبن جي غلامي ۾ نالي ڳڻائڻ خاطر هڪ بہ نڪتا حجيت حديث متعلق پيش ڪجن ٿا. جيڪڏهن قرآن جي تشريح لاءِ حديث ۽ سنت حجت نہ رهي تہ پوءِ قرآن جي تشريح لاءِ فقط بہ ذريعا رهجي ويندا هڪ لغت ٻيو تاريخ جيڪڏهن تاريخ جي تناظر ۾ قرآن شريف جي وضاحت ڳوليندا سين تہ قرآن محدود ٿي ويندو فقط ان دور لاءِ جنهن دور ۾ نازل ٿيو ڇو تہ جيئن جيئن وقت گذرندو رهيو ۽ عرب کان عجم طرف اسلام پکڙجندو رهيو تہ ائين فرضي طرح چوڻ آسان ٿي پوندو تہ جن حالتن ۾ قرآن نازل ٿيو اهي حالتون هن وقت نہ رهيون آهن سو هن وقت قرآن تي عمل ڪرڻ ان طرح ان شڪل ۽ ان مفهوم ۽ مراد طور واجب نہ رهيو جهڙي طرح عهد رسالت ۾ واجب هو يا جنهن معنىٰ ۾ صحابہ جي دور ۾ واجب هو. هن دور ۾ ان طرح واجب نہ آهي.

گويا سنت ۽ حديث جي حجيت جو انڪار ڪرڻ سان دين کان ڀڄندڙن طبيعتن کي اڻ سڌي طرح قرآن جي نفاذ احڪام کان فرار حاصل ڪرڻ جو هڪ آسان رستو ملي ويو. ڇو تہ قرآن جن حالتن ۾ نازل ٿيو اهي حالات هاڻي نہ آهن ان ڪري ان تي عمل بہ نزول واري دور وانگر واجب نہ آهي. اهو تڏهن ٿيندو جڏهن قرآن کي اسان تاريخ جي روشني ۾ سمجهڻ کولڻ جي ڪوشش ڪنداسين. جو تاريخ ۾ تہ جغرافيا ۾ اچي وڃي ٿي ۽ پوءِ هر خطي وارا چوندا تہ اسان جون تہ پنهنجون روايتون آهن. قرآن تہ فقط عربن لاءِ لٿو هو. تاريخ جي زبان تہ جغرافيائي لحاظ سان بدلجندي رهي ٿي. پوءِ مغربي باشندا چوندا تہ قرآن جو تعلق مغربي باشندن سان نہ آهي. سو حديث ۽ سنت جي حجيت جو انڪار ڪري دراصل قرآن شريف جي منسوخ ڪرڻ جي پيانڪ سازش ڪئي وئي آهي. تاريخ جي پس منظر ۾ قرآن کي سمجهڻ سان هڪ نتيجو اهو ٿيندو.

ٻيو قرآن شريف کي سمجهڻ جو ذريعو جيڪڏهن لغت ٿيندي ته لغت جي معاملي ۾ ٻه سورس آهن هڪ اهي عربي ڊڪشنريون جيڪي اڄوڪي دور ۾ موجود آهن ٻيون اهي لغتون جيڪي دور جاهليت ۾ موجود هيون جڏهن لغت کي ڏسبو ته هڪ هڪ لفظ جون پنجاهه پنجاهه معنائون به آهن هاڻي جيڪڏهن انهن معنائن تي دارومدار رکيو وڃي ته جيڪي شخص حديث ۽ سنت کي حجيت نه ٿا سمجهن اهي ان لغوي معنائن مان اهي معنائون منتخب ڪندا جيڪي سندن طبيعت موافق هونديون ان طرح سان ڪيتريون معنائون سامهون اينديون ۽ قرآن جنهن تي نازل ٿيو ان کان قرآن جي وضاحت بيان ڪرڻ جو حق کسي پاڻ مفسر بنجڻ جي ڪوشش ٿيندي ويندي ۽ جنهن کي وڻي پنهنجي پسند جي معنيٰ ڪيندو رهي ان طرح قرآن شريف جي حيثيت هڪ مسخ شده ڪتاب جي رهجي ويندي ۽ قرآن جي احڪامن ۾ يڪجهتي نه رهندي.

ان کان علاوه توهان حديث ۽ قرآن جي باهمي تعلق جو هن مان به اندازو لڳائي سگهو ٿا مثال طور اوهان پنهنجي ذهن ۾ اسلام جي شروعات وارو هڪ تصور بنايو جڏهن محبوبن تي پهرئين وحي جو نزول ٿيو "اقْرَأْ بِاسْمِ رَبِّكَ الَّذِي خَلَقَ" ۽ ان ذريعي محبوب اعلان نبوت فرمايو. ان سان بحث جي شروعات ٿي ٿئي. هاڻي تصور ڪيو ته ان حالات ۾ پاڻ غار حرا کان تشريف وٺي آيا هوندا جو ڪنهن کي به دين قرآن ۽ اسلام يا نبوت جي باري ۾ ڪا به خبر نه آهي جو ان وقت ڪوبه اڃا مسلمان ٿي نه هو. دين جي تبليغ اڃا شروع ٿي نه ٿي هئي ته مسلمان ڪٿان آيا اهڙي ماحول ۾ جڏهن محبوبن اهڙن ماڻهن جي اڳيان قرآن جون اهي شروع واريون آيتون پڙهيون هونديون ته لازماً انهن جي ذهنن ۾ اهو سوال ايريو هوندو ته اي حبيب! توهان اهو جيڪو پڙهي ٻڌايو اهو ڇا آهي؟ ته محبوبن کين ٻڌايو هوندو ته اهي جيڪي پنج جملا مون توهان کي پڙهي ٻڌايا اهو

قرآن آهي. الله طرفان وحي آهي. جيڪو منهنجي مٿان نازل ٿيو آهي. اهو منهنجو ڪلام نہ آهي. منهنجي گفتگو نہ آهي. هاڻي اتي تورو سوچجي تہ محبوبن جو انهن کي جواب ڏنو تہ اهو قرآن آهي اهو وحي آهي. قرآن متعلق پھريائين پاڻ انهن کي جيڪي ڪجھ پنهنجن لفظن ۾ سمجھايائون تہ هي قرآن آهي هي وحي آهي اهي لفظ تہ محبوبن جا آهن ۽ اها ئي حديث آهي جيڪا محبوبن جي زبان مبارڪ مان قرآن، پھرئين وحي کي سمجھائڻ لاءِ بيان ٿي. هاڻي انهن ذهنن کان سوال آهي تہ جن قرآن کي الله جو ڪلام سمجھي قرآن مڃيو انهن پھريائين حديث کي مڃيو يا پھريائين قرآن کي مڃيو؟

جي حديث يعني محبوبن جي فرمان کي تسليم نہ ڪن نعوذ بالله محبوبن جي فرمان ۾ شڪ ڪن تہ پوءِ قرآن تي ايمان ڪيئن ثابت ٿيندو ڇو جو قرآن بہ محبوبن جي زبان مبارڪ مان ظاهر ٿي رهيو هو اهو بہ عربي ۾ هو محبوبن جو ڪلام حديث بہ عربي، ٻڌڻ وارا حديث ۽ قرآن ۾ فرق نہ ڪري سگھن تہ پوءِ محبوب ئي ڪين ٻڌائين تہ هي قرآن آهي هاڻي پھريائين محبوب جي فرمان حديث کي مڃڻ کان پوءِ ئي تہ قرآن کي مڃيو ويندو. اگر محبوب جي فرمان جو انڪار ڪبو تہ قرآن تي ايمان ڪٿان ثابت ٿيندو. لهٰذا ثابت ٿيو تہ قرآن جي قرآن مڃڻ جو پھريون ثبوت اسان کي حديث رسول مان مليو آهي. جيڪڏهن حديث جو انڪار ڪيو وڃي تہ پوءِ قرآن کي قرآن مڃڻ لاءِ ڪوبہ اصولي رستو نہ ٿو ملي. گويا حديث ٻڌندڙن جي ذهنن کي قرآن تائين پھچايو ۽ قرآن مڃرايو. هي تہ حديث جو مقام آهي هاڻي سنت رسول جي ڳالھ تي اچو جڏهن "وَأَنذِرْ عَشِيرَتَكَ الْأَقْرَبِينَ" - (الشعراء 214) واري آيت نازل ٿي تہ پاڻ انهن کي فرمايائون جيڪڏهن مان توهان کي چوان تہ جبل جي هن پاسي دشمن آهي جيڪو توهان تي حملو ڪرڻ چاهي ٿو تہ توهان منهنجي ان ڳالھ

جويقين كندا تہ انهن سيني چيو تہ هائو اسان مجيندا سين پاڻ فرمايائون ڪيئن مڃيندو توهان تہ ان لشڪر ڪي ڏٺو ئي نہ آهي تہ انهن چيو تہ توهان جي زبان تان اسان ڪڏهن ڪوڙ ٻڌو ئي نہ آهي ان ڪري اسان کي يقين آهي تہ هاڻي بہ توهان سچ ئي فرمائيندا هوندا. اهو مثال ڏئي انهن کي سمجهايائون اها سنت تي. جڏهن انهن اهڙو اعتماد ڏيکاريو تہ پاڻ انهن کي فرمايائون تہ "پوءِ ٻڌو مان الله جو رسول آهيان ۽ الله هڪ آهي وحده لاشريڪ آهي توهان جن بتن جي پوڄا ڪيو ٿا اهو ڪفر شرڪ آهي" ان طرح پاڻ ڪريمن مختصر طور انهن کي توحيد جو پيغام ڏنو ۽ پنهنجي رسول هجڻ جي ڳالهہ ڪئي ان تي ابو لهب هٽ ڪٽي چيو هو تہ اي محمد(ﷺ) تون شال هلاڪ ٿي وڃين تو اسان کي اهو پيغام ڏيڻ لاءِ هتي جمع ڪيو هو؟ ان واقعي جي جواب ۾ الله تعالىٰ سورت لهب نازل فرمائي. هاڻي جن ماڻهن محبوبن جي هن ڳالهہ تي يقين ڪري ايمان آندو اُهي مومن ٿي ويا ۽ جن محبوبن جي زبان تي اعتماد نہ ڪيو اهي ڪافر ابولهب جي ٽولي وارا ٿي ويا.

هتي بہ ڏسڻو آهي تہ محبوبن اتي پنهنجي سنت ڏني ڊائريڪٽ نہ چيو تہ الله هڪ آهي پهريائين حضور پنهنجي ذات لاءِ انهن جو جيڪو محبوبن جي شخصيت تي اعتماد هو ان جو اعتراف انهن کان ڪرايو جڏهن انهن جو اعتماد محبوبن جي ذات تي قائم ٿي ويو تہ ان يقين قائم ٿيڻ بعد الله جي ذات جي ڳالهہ ڪئي آهي گويا الله تعالىٰ جي هڪ هجڻ جو دليل پهريائين حضور جن پنهنجي ذات کي پيش ڪيو تہ اها سنت تي گويا رسول ﷺ جي ذات, محبوبن جي هستيءَ کان, الله جي ذات جي هستيءَ جي خبر پوي ٿي.

ان ڪري جيڪڏهن ڪنهن بہ رسول جي سنت جي حجيت جو انڪار ڪيو تہ ان الله جي الوهيت جو انڪار ڪيو حديث جي حجيت

جو انڪار ڪيائين تہ قرآن جي قرآن هجڻ جو انڪار ڪيائين. اهو چوڻ تہ حديث ۽ سنت کي اسان نہ ٿا مڃون باقي قرآن کي مڃون ٿا اها بہ ديني آهي ٻين کي ڏوکو ڏيڻ آهي، انهن کان پڇو تہ توهان کي قرآن جي قرآن هجڻ جي خبر ڪنهن ڏني. ڇا جبرئيل توهان کي ڊائريڪٽ ٻڌائي ويو آهي محبوب جو اهو ٻڌائڻ تہ مون تي هي قرآن نازل ٿيو آهي قرآن جي متعلق خبر ڏيڻ اهائي تہ حديث آهي.

الله تبارڪ و تعالیٰ پنهنجي توحيد ۾ بہ اول محبوبن جي حديث کي شامل ڪري ٿو جڏهن "قُلْ هُوَ اللهُ اَحَدٌ" توحيد واري سورت پڙهنداسين تہ ان ۾ سڀ کان اول "قُلْ" محبوب جي فرمان جي اول تصديق ڪرڻي پوندي تڏهن وحدانيت جو اقرار قابل قبول ٿيندو. جيڪو "قُلْ" جي قول کي نہ مڃيندو اهو توحيد جو اقراري ڪٿان ٿيندو؟

اهڙا ٻيا ڪافي دلائل آهن جيڪي پير طريقت رهبر شريعت مفسر قرآن استاذي المحترم حضرت قبلہ الحاج محمّد ادريس ڏاهري دامت برڪاتهم العاليه جن هن ڪتاب ۾ پيش ڪيا آهن اميد آهي تہ جيڪي متذلذل نظريه ۾ ڦاٿل هوندا انهن لاءِ هي ڪتاب راه مستقيم طرف رهنمائي لاءِ روشن ڏئي جو ڪم ڏيندو آخر ۾ دعا آهي تہ شل رب ڪريم پنهنجي محبوب جي طفيل سائين جن کي صحت و عافيت سان وڏي ڄمار بخشي جو پاڻ دين جي خدمت ڪندا رهن ۽ اسان سندن وجود مسعود مان مستفيد ٿيندا رهون. — آمين.

طالب علم

**رحيم بخش ڏاهري**

15_12_2011

# تقريظ-8

## جوشيلو مقرر حافظ علي اڪبر قاسمي- لاڙڪاڻو

نحمده ونصلي ونسلم علیٰ رسوله الکريم امابعد!

التحرير العجيب في حجية حديث الحبيب (ﷺ) جي مطالع ڪرڻ سان دل کي ڏاڍي خوشي حاصل ٿي جو هن کان اڳ اهڙو سنڌي ۾ ڪتاب ڪنهن به نہ لکيو آهي اسان پنهنجي مهربان ربّاني عالم باعمل مفسرِ قرآن مبلغ اسلام پير طريقت رهبرِ شريعت اهلسنت والجماعت (بريلوي مسلڪ) وارن جي ڊال علامہ سائين محمّد ادريس صاحب (بلبل مدينه) جا ٿورائتا آهيون جنهن اهڙو ناياب ڪتاب لِکي سُنين جي مٿان احسان ڪيو آهي- الله تعالیٰ جلَّ شانهٗ سندن کي صحت عافيت بخشي ۽ کين عمر دراز فرمائي جو عشقِ رسول، محبت رسولﷺ جا اهڙا تحفہ عاشقن کي ڏيندا رَهن. سردار مشورن واري سائينءَ جون بہ ڪيس دعائون مليل آهن ۽ انهن تحريرن ۽ تقريرن ۽ تقویٰ پرهيزگاريءَ جي ذريعي کيس حضور حاصل آهي.

آمين يارب العالمين بجاه النبی الکريم الامينﷺ وعلیٰ آله واصحابه اجمعين.

دعائن جو محتاج

**علي اڪبر قاسمي**

لاڙڪاڻو

# تقريظ- 9

## شعلہ بيان خطيب بدرالدين سرهيو صاحب- لاڙڪاڻو

الحمد لله رب العالمين والعاقبة للمتقين والصلواة والسلام علىٰ سيدالانبياء والمرسلين سيدنا ومولانا محمد وعلىٰ آله واصحابه اجمعين.

امابعد! جيئن تہ مفسرالقرآن مبلغ الاسلام عالم باعمل فاضل اجل حضرت علامه مولانا الحاج محمد ادريس ڏاهري بلبل مدينه دامت بركاتهم العاليه جون ڪيل خدمتون ڪنهن کان ڳجهيون ناهن پاڻ جماعت اهل سنت جي عقائد جي تحفظ لاءِ وڏي جدوجهد فرمائي اٿئون. هر موڙ تي پاڻ تدريس، تقرير ۽ تحرير ۾ هر موضوع تي جنهن ۾ قرآن پاڪ جو مڪمل سنڌي ٻوليءَ ۾ تفسير احسن البيان في تفسير القرآن "اهل السنة والجماعة" تي سنڌن وڏو احسان آهي. ان کان سواءِ پاڻ ڪريمن ﷺ جن جي پيارن خلفاء راشدين رضوان الله عليهم اجمعين جون سيرتون اهل بيت اطهار جي سيرت ۽ فضائل ۽ ٻين ڪيترن مختلف موضوعن تي مشتمل سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪتاب لکي سنڌ جي اهل علم ۽ دانشور طبقي جي ذهن کي سجاڳ ڪيو اٿن سنڌن ذات "بلبل مدينه" سان معروف ۽ متعارف آهي. پاڻ واقعي مدينه واري آقا جي ثناخواني ڪندي عمر گذاري اٿن ۽ حبيب پاڪ عليه الصلواة والسلام جي صدقي سنڌن آواز ۾ وڏي ڪشش ۽ مناڻ آهي. پراڻي دور ۾ اسان جي پاڙي جو هڪ حاجي صاحب حج تي ويو هو جڏهن واپس آيو تہ تہ مون کي مسجد جي هڪ جماعتي ٻڌايو تہ حاجي صاحب مدينه منوره مان هڪ عالم جي تقرير ڀري آيو آهي (ان وقت چڪري وارا ٽيپ ريڪارڊ هئا) اسين ٻہ ٽي جماعتي گڏجي ان ڏانهن وياسين تہ ادا مهرباني ڪري اسان کي مدينه منوره واري آندل تقرير ٻڌاءِ جڏهن ان ٽيپ ريڪارڊ هلايو ۽ سائين

بلبل مدينه جو مون آواز ٻڌو جنهن ۾ سيدنا سليمان (علىٰ نبيناً و عليه الصلواة والسلام) جو ذڪر هو سبحان الله ڇا سندن قرآن ڪريم جو مٺي آواز ۾ پڙهڻ جو انداز هو جنهن دلين کي موهي وڌو هو دل ۾ خيال هو تہ ان بزرگ جي زيارت ضرور ڪجي. پوءِ لاڙڪاڻي جي اوسي پاسي ۾ سندن جڏهن بہ اچڻ ٿيندو هو تہ مان پنهنجي دوستن ۽ جماعت سميت سندن خطاب لاجواب ٻڌڻ جي لاءِ ويجي دل کي باغ بهار بنائيندو هوس خير هي تہ منهنجي سندن شخصيت سان محبت جو بيان هو پر هونءَ بہ پاڻ بفضله تعالىٰ اهل السنة والجماعت جا مستند ۽ معتمد جيد عالم آهن. الله عزوجل کين جيئن علم جي دولت سان نوازيو آهي تيئن پاڻ روحانيت ۾ بہ ڪافي ڪجهہ منزلون ماٽيون وينا آهن کين دلائل الخيرات حزب اعظم ۽ قصيده برده شريف جي اجازت ۽ مختلف مشائخ کان مختلف سلسلن ۾ مدينه منوره ۾ اجازتون مليل آهن ۽ سنڌ جي نامور ولي ڪامل حضرت سهڻا سائين قدس سره العزيز جن کان بہ کين خلافت ۽ اجازت جي لکت ۾ سند عطا ٿيل آهي ان لحاظ سان پاڻ هڪ مرشد جي حيثيت بہ رکن ٿا. سندن طرفان هن هلندڙ دور ۾ انڪار حديث جي فتني جي خلاف لکيل نهايت اهم ڪتاب "التحرير العجيب في حجية حديث الحبيب"ﷺ سندن علمي شاهڪار آهي جنهن کي جيڪو بہ غور سان وري وري پڙهندو اهو هڪ طرف حديث جي منڪرن جي فتني کان بچندو تہ ٻئي طرف محسوس ڪندو تہ حضرت علامه ڏاهري صاحب مدظله العالي صرف عام مقرر نہ آهن پر رب العزة جل وعلاشانه کين علمي دولت سان بہ واه جو مالا مال بنايو آهي. هر سچي صحيح مسلمان کي هي ڪتاب پڙهڻ ضروري آهي جنهن جي پڙهڻ سان يقين ڪامل حاصل ٿيندو تہ حديث پاڪ کان سواءِ اسلام ۽ ايمان حاصل نہ ٿيندو ۽ نہ ڪو قرآن ڪريم کي صحيح معنىٰ ۾ سمجهي سگهندو. آخر ۾ رب العزت جل شانه کان دلي دعا آهي تہ اهو ڪريم

ڪرم ڪري سائين جن کي صحت ۽ عافيت سان بابرڪت زندگي بخشي ۽ سندن اولاد کي بہ علم دين جي دل سان خدمت نصيب ڪري ۽ بين مسلمانن کي بہ سندن فيوضات وبرڪات سان مستفيض ٿيڻ جي توفيق نصيب ڪرڻ فرمائي آمين. يا رب العالمين بجاه النبي الامين ﷺ الیٰ يوم الدين.

دعاگو

**بدرالدين سرهيو**

لاڙڪاڻو

# حجيّت حديث

نحمده و نصلي علىٰ رسوله الكريم ـ اما بعد! ڄاڻڻ گهرجي تہ هن وقت سنڌ ۾ حديث پاڪ جي حجت هجڻ جي انڪار جو فتنو وڌي رهيو آهي ۽ سنڌي سچن ۽ پڪن مسلمانن کي حديث کان پري رکڻ، حديث کان نفرت ڏيارڻ جي وڏي مهم هلائي پئي وڃي ۽ ڪين چيو ٿو وڃي تہ دليل صرف قرآن ڪريم آهي ۽ اهوئي صحيح "وَحْیٌ مَتْلُوٌّ" (تلاوت ڪيل) آهي. جيڪو جبريل امين لوح محفوظ کان آڻي حضرت حبيب ڪريم ﷺ جن وٽ تلاوت ڪيو هو. حديث نبوي جنهن کي حضور ڪريم ﷺ جي پاڪ ظاهري زندگي کان وٺي صحابہ، تابعين ۽ تبع تابعين ۽ جمهور مسلمان حجت ۽ دليل سمجهندا ان تي عمل ڪندا آيا آهن ۽ ان کي اصطلاح ۾ "وَحْیٌ غَيْرُ مَتْلُوٌّ" سڏيندا آيا آهن. اها نہ حجت آهي ۽ نہ دليل اها بعد ۾ ايجاد ڪئي وئي آهي پر اهو فڪر ۽ ذهن سراسر بي ديني ۽ الحاد آهي. حقيقت هيءَ آهي تہ "نبوي حديث" هميشه حجت هئي، آهي ۽ رهندي حديث ۽ سنت هڪ شيءِ آهي انهن جا روايت جي لحاظ سان مختلف القاب آهن انهن جي سندُن جي ڇنڊ، ڇاڻ ۽ تحقيق تي محدثن يلارن وڏي محنت ڪئي آهي حديث ۽ سنت کان سواءِ نہ قرآن مجيد جي مفهوم ۽ مراد سمجهہ ۾ ايندي ۽ نہ ان تي عمل ٿي سگهندو. ذهن نشين ڪرڻ گهرجي تہ جڏهن کان حضور ڪريم ﷺ جن رسالت ۽ نبوت جو اظهار فرمايو ۽ سندن مٿان نازل ٿيندڙ قرآن ڪريم بہ پاڻ ماڻهن کي پڙهي ٻڌايائون تڏهن کان قرآن ڪريم سان گڏ ڪين ان جو تفسير ۽ تشريح بيان ڪرڻ جو بہ علم ڏنو ويو بلڪ قرآن ڪريم سمجهائڻ ۽ ان جي حقيقي مراد ٻڌائڻ سندن رسالت ۽ نبوت جو بنيادي نڪتو هو. مسلمان جي لاءِ دين جو سرمايو ۽

انهن جي لاءِ موڪليل شريعت جومتاع ڪل محبوب ڪريم ﷺ جن جي حياتي جي حالات آهن سندن اقوال، احوال، رات ڏينهن جا معمولات ئي امت جي لاءِ هدايت جو سرچشمو آهن. صحابہ ڪرام عليهم الرضوان حضور ڪريم ﷺ جي زندگي جي ڪتاب جي هر ورق کي ياد ڪيو سفر ۽ حضر، خلوت ۽ جلوت ۽ نجي حالات کان وٺي عام سياسي معاملات تائين رسول الله ﷺ جن جي پاڪ زندگي جو ڪو واقعو نہ هو جيڪو انهن محفوظ نہ رکيو هجي، اهي محبوب ڪريم ﷺ جي حديث جو ذڪر ڪندا هئا ۽ سينن کان وٺي صحيفن تائين انهن کي ياد رکندا هئا انهن کان پوءِ تابعي ۽ تبع تابعي بہ حفظ ۽ لکڻ ۾ پوئتي نہ پيا تانجو هلندي هلندي حديث جي فن کي باقاعده ترتيب ڏئي ڪتاب لکيا ويا ۽ ان طريقي سان سندن جامع سيرت ۽ دين اسلام جي مڪمل تصوير پهچائڻ جو انتظام ڪيو ويو اسلامي ملت جي اڪابر علماء ۽ محمدي شريعت جي وڏن رهبرن حديث جي علم حاصل ڪرڻ جي لاءِ پنهنجون حياتيون وقف ڪري ڇڏيون ۽ صرف هڪ حديث پاڪ حاصل ڪرڻ جي لاءِ انهن ڪئين پيرا سوين ميلن جا سفر بہ ڪيا هئا ۽ حديث شريف جي طلب ۾ سندن راهہ ۾ ڪابہ شيءِ رڪاوٽ نہ بنجندي هئي ۽ اهي حديث پاڪ جا ايترا تہ محب هئا جو پنهنجن شاگردن کان بہ حديث روايت ڪندا هئا ۽ ان کي عيب نہ سمجهندا هئا. نبوي احاديث(علیٰ قائلھا الصلواة والسلام) کي اول پنهنجي سيني ۾ جاءِ ڏيندا هئا پوءِ ڪتابن ۾ لکندا هئا. حديث جي راوين جي باقاعده چڱي طرح جاچ ڪندا هئا ۽ ان لاءِ انهن خاص "علم الرجال" جو فن تيار ڪيو هو ۽ هن ميدان ۾ انهن جي حيرت ناڪ ڪارنامن جو صحيح قدر ۽ ان جي قيمت جو اندازو ان وقت ٿئي ٿو جڏهن هي معلوم ٿئي تہ علم حديث جي اسلام ۾ ڪهڙي اهميت آهي ۽ جيڪڏهن هن مسلم امت

وٽ حديثن جو سرمايو نہ هجي ها تہ دين اسلام جي کھڙي شڪل ۾ صورت هجي ها انهن ڳالهين کي ذهن ۾ رکندي مون هن ڪتاب ۾ حديث جي ضرورت ۽ ان جي حجت هجڻ جي متعلق عرض ڪيو آهي ۽ اهو بہ ٻڌائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ حديث جو انڪار ڇو ڪرايو ويو ۽ ڪنهن ڪنهن ڪيو.

**حديث جي ضرورت**: سمجھڻ گهرجي تہ قرآن ڪريم ۾ انسان کي زندگي گذارڻ جي لاءِ اصول ۽ قاعدا اجمالي طور بيان ڪيل آهن جن جو سمجهائڻ نبوي احاديث کان سواءِ ممڪن ناهي ۽ احڪام جي عملي صورت بيان ڪرڻ جي لاءِ سهڻي حبيب ڪريم ﷺ جن جي "اسوه حسنہ" جي ضرورت آهي سندن حديثون اسان کي قرآني احڪام جي عملي تصوير مهيا ڪن ٿيون، ان کان سواءِ مثال طور صلواة۔ زڪواة۔ تيمم۔ حج ۽ عمره هي اهڙا الفاظ آهن جو عربي لغت انهن جون اهي معنائون نہ ٿي ٻڌائي جيڪي شريعت ۾ مطلوب آهن انهن سيني جون شرعي مطلوب معنائون ۽ مرادون ٻڌائڻ صرف حديث جو ڪم آهي. ٻيو ڪوبہ ذريعو ناهي اهي ئي مرادون ڪروڙين امتي حديث مان حاصل ڪري ان تي عمل ڪندا ۽ حديث کي حبيب ڪريم ﷺ جو حقيقي ۽ سچو فرمان سمجهي پڙهندا، پڙهائيندا ۽ ياد ڪندا رهيا. جيڪڏهن ان جي ڪا اهميت نہ هجي ها تہ ڪروڙين امتي ان تي عمل نہ ڪن ها. محمدي امت جو هن ڳالھ تي اجماع آهي تہ قرآن ڪريم کان پوءِ ديني احڪام جي لاءِ دليل ۽ اهم ماخذ حديث آهي.

**حديث جي حجت هجڻ جو انڪار ڪنهن ڪرايو ۽ ڪيو؟**:

ويهين صديءَ جي آغاز ۾ جڏهن مغربي قومن (عيسائين ۽ يهودين) جومسلمانن تي سياسي ۽ نظرياتي تسلط وڌيو تہ گهٽ علم رکڻ وارن مان هڪ اهڙو طبقو وجود ۾ آيو جيڪو انهن عيسائين يهودين جي فڪر کان گهڻو متاثر ٿيو ۽ ائين سمجھڻ لڳو تہ دنيا ۾ انهن جي پيروي ڪرڻ

کان سواءِ ترقي حاصل نہ ٿيندي پر جڏهن تہ اسلامي ڪيترا احڪام انهن جي رستي ۾ رڪاوٽ بنيل هئا تہ انهن اسلام ۾ تحريف ڪرڻ جو سلسلو شروع ڪيو تانت ان ڪي عيسائين ۽ يهودين جي فڪر سان مطابق بنايو وڃي. (ان طبقي ڪي جدت پسند سڏيو وڃي ٿو) هندستان ۾ سر سيد احمد خان، مصر ۾ ڊاڪٽر طٰه حسين ۽ ترڪيءَ ۾ ضياء گوڪ الپ هن طبقي جا رهنما ٿيا پر جڏهن تہ هن طبقي جا مقصد نبوي احاديث ڪي رستي کان هٽائڻ کان سواءِ حاصل ٿي نہ ٿي سگهيا ڇو تہ حديث پاڪ ۾ زندگيءَ جي هر شعبي جي متعلق تفصيلي هدايتون موجود آهن جيڪي عيسائين ۽ يهودين جي فڪر سان ڪليل ٽڪر ڪائيندڙ آهن ان جي ڪري انهن مان هڪڙن حديث پاڪ جي حجت هجڻ جو انڪار ڪيو. ۽ اهو آواز هندستان ۾ پهريان پهريان سر سيد احمد خان ۽ ان جي ساٿي چراغ علي بلند ڪيو ۽ انهن حديث جي انڪار ڪي ڪلي پيش ڪرڻ جي بجاءِ هي طريقو اختيار ڪيو تہ جتي ڪا حديث ڪين سندن مدعا جي خلاف نظر آئي تہ ان جي صحيح هجڻ جو انڪار ڪيائون پلي ان جي سَنَدَ ڪيتري بہ قوي هجي ۽ ان سان گڏ ڪڏهن ڪڏهن اهو اظهار ڪيو ويو تہ هي حديثون موجوده دور ۾ حجت هجڻ نہ ڪپن پر ڪٿي ڪٿي پنهنجي مطلب سان موافق ملندڙ حديث ڪي دليل بہ بنائيندا رهيا. اهڙي طريقي سان انهن واپار ۾ وياج ڪي حلال ڪيو ۽ حضرات انبياء ڪرام عليهم السلام جي معجزن جو انڪار ڪيو. پردي ڪي تسليم نہ ڪيو ۽ ڪيترن عيسائين ۽ يهودين جي نظرين ڪي جواز جي سندَ ڏني. آهستي آهستي انڪار حديث جي نظريي ڪي ترقي ڏيندا رهيا. ۽ عبدالله چڪڙالوي جي اڳواڻيءَ ۾ هن نظريہ ڪي وڏيڪ منظم ڪيو ويو ۽ ان نظريہ وارن پاڻ ڪي اهِلِ قرآن سڏائڻ شروع ڪيو سندن اصل مقصد حديث جو ڪلي انڪار هو. ان کان بعد جيراج پوريءَ هن

فتني کي مضبوط ڪيو ۽ هلندي هلندي هن جي واڳ پرويز غلام احمد سنيالي هن کي هڪ منظم نظريہ ۽ مکتب فکر جي شکل ڏني. پرويز صاحب جڏهن تہ لکڻ جو قابل هو تہ ان جي لکت نوجوانن جا ذهن پاڻ ڏانهن ڇڪيا ۽ هي فتنو وڌڻ شروع ٿيو. انهن جا بنيادي نظريا ٿي آهن جيڪي هتي لکي انهن جو رد بہ لکجي ٿو.

**حديث جي منکرن جا ٿي نظريا:**

حديث جي منکرن جي طرفان هن وقت تائين پيش اچڻ وارا نظريا ٽي آهن: (1) هڪ تہ نبي ڪريم ﷺ جي ذات پاڪ جو فرض صرف قرآن پهچائڻ هو ۽ **اطاعت** صرف قرآن ڪريم جي فرض آهي. محبوب ڪريم ﷺ جي **اطاعت** نہ صحابہ ڪرام تي فرض هئي نہ اسان تي لازم آهي ۽ وحي صرف متلو (تلاوت ڪيل قرآن ڪريم) آهي وَحي غَيرُ مَتلُو (حديث) ڪجھ بہ ناهي ۽ قرآن ڪريم جي سمجهڻ جي لاءِ حديث جي ضرورت نہ آهي. (2) ٻين جو نظريو هي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جا ارشادات صرف سندن اصحابن لاءِ واجب العمل هئا اسان لاءِ اهي نہ حجت آهن ۽ نہ اسان کي انهن تي عمل ڪرڻ لازم آهي. (3) ٽين جو نظريو هي آهي تہ سندن ارشادات حجت تہ آهن پر اهي اسان تائين معتبر ذريعن سان پهتل ناهن ان جي ڪري اسين انهن جي مڃڻ جا ذميدار ناهيون ۽ منکرن جو تعلق ڪهڙي گروپ سان بہ هجي پر سندن لکت انهن نظرين مان ڪنهن هڪ مان ضرور هوندي هتي انهن ٽنهي نظرين جي ترديد ڪجي ٿي.

**پهرئين نظريي جي ترديد:** ڪروڙين مسلمانن جو عقيدو هو ۽ آهي تہ حضور ڪريم ﷺ جن جي ذات جي اطاعت واجب هئي ۽ آهي ۽ رهندي هر مسلمان ان جو ذميوار هو آهي ۽ رهندو ۽ سندن مٿان جيئن قرآن ڪريم نازل ٿيو ۽ اهو وحي متلو آهي تيئن سندن ذات پاڪ جي مٿان حديث بہ نازل ٿي جيڪو وحي غير متلو آهي.

# "وَحْيٌ غَيْرُ مَتْلُوٌّ" جا دلائل

**پھريون دليل**: رب العزت جل وعلاشانه جو فرمان آهي: "وَمَا كَانَ لِبَشَرٍ اَنْ يُّكَلِّمَهُ اللّٰهُ اِلَّا وَحْيًا اَوْ مِنْ وَّرَآءِ حِجَابٍ اَوْ يُرْسِلَ رَسُوْلًا فَيُوْحِيَ بِاِذْنِهٖ مَا يَشَآءُ اِنَّهٗ عَلِيٌّ حَكِيْمٌ" - (سورة شوریٰ آيت 51) (۽ نہ تيڻو آهي ڪنھن ماڻھو جي لاءِ جو ان سان ڳالهائي الله اشاري ڪان سواءِ يا پردي ڪان پويان يا قاصد موڪلڻ سان).

**سمجھاڻي**: هن آيت ۾ "اِلَّا وَحْيًا" مان مراد ملائڪ موڪلي وحي ڪرڻ آهي ۽ اهو قرآن ڪريم (وحي متلو) آهي.۽ "مِن وَّرَآءِ حِجَاب" مان مراد وَحْيٌ غَيْرُ مَتْلُوٌّ" حديث آهي.

**ٻيو دليل**: الله عزوجل جو فرمانِ عاليشان آهي: "وَمَا جَعَلْنَا الْقِبْلَةَ الَّتِي كُنتَ عَلَيْهَآ اِلَّا لِنَعْلَمَ مَنْ يَّتَّبِعُ الرَّسُولَ مِمَّنْ يَّنْقَلِبُ عَلٰى عَقِبَيْهِ"-(سورة البقره آيت 143) (۽ نہ مقرر ڪيوسون قبلو جو هيئو اوهان ان تي مگر هن لاءِ تہ (ظاهر۾) ڄاڻون اسين ان کي جو رسول جي تابعداري ڪري ٿو. ان ڪان جو پوئتي موٽي ٿو پنهنجين ڪڙين تي).

**سمجھاڻي**: هن آيت ۾ آيل لفظ "اَلْقِبْلَةَ" مان مراد بيت المقدس آهي ان کي قبلہ بنائڻ جي نسبت "جَعَلْنَا" جي لفظ سان اللهﷻ پاڻ ڏانهن ڪئي آهي حالانڪ پوري قرآن ڪريم ۾ ڪٿي بہ بيت المقدس ڏانهن منهن ڪرڻ جو حڪم مذڪور ناهي. تنهنجي ڪري ضرور مڃڻو پوندو تہ اهو حڪم "وَحْيٌ غَيْرُ مَتْلُوٌّ" سان ڪيل هو. ان کي الله عزوجل پاڻ ڏانهن نسبت ڪري ثابت ڪيو تہ "وَحْيٌ غَيْرُ مَتْلُوٌّ" جو حڪم بہ "وَحْيٌ مَتْلُوٌّ" وانگر آهي.

**ٽيون دليل**: الله ﷻ جو فرمان عاليشان آهي: "عَلِمَ اللّٰهُ اَنَّكُمْ كُنتُمْ تَخْتَانُونَ أَنفُسَكُمْ"- (سورة البقره آيت 187) (الله ﷻ ڄاتو تہ بيشڪ اوهان پنهنجن نفسن کي خيانت ۾ ٽي وڌو).

**سمجهاڻي**: هن آيت ۾ رمضان شريف جي راتين ۾ بہ زالن سان جماع ڪرڻ کي خيانت سڏيو ويو آهي جيڪو شروعات ۾ منع ڪيل ۽ حرام هو حالانڪہ اهو حڪم قرآن ڪريم ۾ ڪٿي مذڪور ناهي. ثابت ٿيو تہ اهو ضرور وحي غيرمتلو سان ٿيو هوندو. جنهن جي مخالفت کي قرآن ڪريم خيانت سڏيو آهي، ڇو تہ "وَحُيُ غَيْرُ مَتْلُوٌّ" بہ واجب العمل آهي ۽ هي حديث جي حجت هجڻ جو دليل آهي.

**چوٿون دليل**: قرآن شريف ۾ ارشاد آهي: "وَلَقَدْ نَصَرَكُمُ اللّٰهُ بِبَدْرٍ وَّاَنْتُمْ اَذِلَّةٌ (الىٰ قوله) وَمَا جَعَلَهُ اللّٰهُ اِلَّا بُشْرٰى لَكُمْ"- (سورة آلعمران آيت 123ـ126) (۽ البت تحقيق مدد ڪئي اوهان جي الله بدر ۾ ۽ اوهان بي سرو سامان هيئو (ان قول تائين) ۽ نہ بنايو ان کي الله مگر بشارت اوهان جي لاءِ).

**سمجهاڻي**: هيءَ آيت احد جي جنگ جي موقعي تي نازل ٿي. هن مان معلوم ٿي رهيو آهي تہ الله ﷻ جنگ ۾ ملائڪن جي نزول جي خبر پهريائين ئي ٻڌائي هئي حالانڪہ اها خبر قرآن ڪريم ۾ جڏهن تہ ڪٿي بہ مذڪور ناهي تہ يقينن اها "وَحُيُ غَيْرُ مَتْلُوٌّ" سان هوندي.

**پنجون دليل**: مالڪ الملڪ جل مجده جو فرمان آهي: "وَاِذْ يَعِدُكُمُ اللّٰهُ اِحْدَى الطَّآئِفَتَيْنِ اَنَّهَا لَكُمْ"- (سورة انفال آيت 7) ۽ (ياد ڪيو) (جڏهن الله اوهان سان ٻن جماعتن مان هڪ جو وعدو ڪيو تہ اها اوهان جي لاءِ هوندي).

**سمجهاڻي**: هنَ آيت ۾ بہ جنهن وعدي جو ذڪر آهي اهو "وَحْيُ غَيْرُ مَتْلُوٌّ" جي ذريعي ٿيل هو ڇو تہ ان جو ذڪر قرآن ڪريم ۾ ڪٿي بہ ڪيل ناهي.

**ڇهون دليل**: فرمان رباني آهي: "اِنَّ عِدَّةَ الشُّهُوۡرِ عِنۡدَ اللّٰهِ اثۡنَا عَشَرَ شَهۡرًا"— (سورة التوبة آيت 36) ۽ (بلاشڪ مهينن جو تعداد الله وٽ ٻارهن مهينا آهن) اڳتي فرمان آهي: "مِنۡهَاۤ اَرۡبَعَةٌ حُرُمٌ "(الآية) (انهن مان چار عزت وارا آهن).

**سمجهاڻي**: هنَ آيت پاڪ مان هي ڳالهيون ذهن ۾ اچن ٿيون (1) هڪ تہ سال جي مهينن جو تعداد ٻارنهن آهي (2) ٻيو تہ انهن مان چار عزت وارا آهن (3) ٽيون تہ انهن ۾ پاڻ تي ظلم نہ ڪيو پر پورو قرآن ڪريم پڙهي وري پڙهو تہ ڪٿي بہ اوهان کي انهن ٻارهن مهينن جا ۽ چئن عزت وارن مهينن جا نالا نظر نہ ايندا ۽ جڏهن نالن جي ئي خبر نہ هوندي تہ پوءِ انهن ۾ پاڻ تي ظلم ڪرڻ کان ڪيئن بچبو ۽ انهن جي عزت ۽ احترام ڪيئن ذهن ۾ ايندو. پر ان منجهيل صورتحال جو حل نبوي حديث کي حجت ۽ شرعي دليل مڃڻ سان ملندو ۽ اهو بہ مڃڻو پوندو تہ جيئن قرآن ڪريم وحي آهي تيئن حديث بہ وحي آهي. قرآن ڪريم وحي متلو آهي ۽ حديث وحي غير متلو آهي.

**نبوي حديث علیٰ قائله الصلواة والسلام مان عزت وارن مهينن جي وضاحت:**

ذهن نشين ڪرڻ گهرجي تہ حديث جي ڪتابن ۾ وڏيڪ مستند ۽ معتبر ڪتاب "صحيح بخاري" ۽ "صحيح مسلم" آهن جن کي اڪابرين امت ۽ سابقين ملت بالاتفاق صحيح قرار ڏيندي فرمايو آهي تہ انهن ۾ ڪا بہ روايت موضوع ناهي. انهن ٻنهي مستند معتبر ۽ معتمد ڪتابن ۾ حضرت حبيب ڪريم ﷺ جو اهو فرمان موجود آهي جيڪو پاڻ حجة الوداع جي

موقعي تي ارشاد فرمايو هيائون:"اَلسَّنَةُ اثْنَا عَشَرَ شَهْرًا مِنْهَا اَرْبَعَةٌ حُرُمٌ ثَلَاثٌ مُتَوَالِيَاتٌ ذُوالْقَعْدَةِ وَذُوالْحِجَّةِ وَالْمُحَرَّمُ وَرَجَبُ" اَلْحَدِيْثِ"
(سال ٻارهن مهينا آهي انهن مان چار عزت وارا آهن (1) ذوالقعدة (2) ذوالحجہ (3) محرم (4) رجب ۽ عزت وارن مهينن جو تعين حديث مان ملڻ جي ڪري ثابت ٿيو تہ حديث حجت ۽ شرعي دليل آهي.

**ستون دليل**: ارشاد آهي تہ: "مَا قَطَعْتُمْ مِنْ لِيْنَةٍ اَوْ تَرَكْتُمُوْهَا قَآئِمَةً عَلٰى اُصُوْلِهَا فَبِاِذْنِ اللّٰهِ"– (سورة الحشر آيت 5) ۽ (جيڪي اوهان (ڪجين جا) وڻ وڍيا يا انهن کي سندن پاڙن تي ڇڏيو سو الله جو حڪم سان هو)

**سمجهاڻي**: هيءَ آيت مبارڪ مدينه منوره ۾ رهندڙن يهودين جي وڏي بهادر قبيلي بنو نضير جي باري ۾ نازل ٿي هئي جيڪو مدينه منوره کان ڪجهہ پنڌ تي هو. انهن جي ڳوٺ جي آس پاس ڪجين جا گهڻا وڻ هوندا هئا هڪ ڀيري انهن ڌوڪي سان حبيب ڪريم ﷺ جن تي پٿ تان وڏو پٿر ڪيرائي کين شهيد ڪرڻ جو منصوبو ٺاهيو پر الله ﷻ پنهنجي حبيب ڪريم ﷺ جن کي ان جو علم ڏنو ۽ پاڻ اتاهين فوراً اٿي محمد بن مسلمہ رضی اللہ عنہ کي انهن ڏانهن روانو ڪري حڪم فرمايائون تہ اوهان ڏهن ڏينهن ۾ مدينه منوره خالي ڪيو جيڪڏهن ڏهن ڏينهن کان پوءِ "اوهان مان ڪو هتي نظر آيو تہ ان کي قتل ڪيو ويندو". پر جڏهن تہ انهن جا منافقن جي سردار عبدالله بن ابي سان گهاٽا تعلقات هئا تہ ان جي دلاسن تي لڳي ضد ۾ اچي حضرت نبي ڪريم ﷺ کي چورائي موڪليائون تہ اسين پنهنجا علائقا خالي نہ ڪنداسون اوهان کي جيڪو ڪرڻو آهي ڀلي ڪيو. اهو جواب ملندي ئي حضور ڪريم ﷺ جن ۽ صحابہ ڪرام عليهم الرضوان سندن ڳوٺ ڏانهن روانا ٿيا ۽ ويندئي انهن جو گهيراءُ ڪيائون. بنو نضير وارن پنهنجن قلعن ۾ ڪوٽيل ڪڏن ۾ پناهہ وٺي مسلمانن تي تير وسائڻ شروع ڪيا جڏهن تہ اتي ڪجين جا

باغ گهٽا هئا ۽ اهي انهن جي لاءِ ڍال هئا تہ حضور ڪريم ﷺ جن انهن وڻن جي لاءِ جيڪي مسلمانن کي ويجها هئا وڍڻ جو حڪم ڏنو ۽ جيڪي پري هئا انهن کي ساڙڻ جو حڪم صادر فرمايو ۽ جن مان نقصان نہ هو انهن کي ڇڏي ڏيڻ جو حڪم ڪيو ان طريقي سان مسلمانن کي دشمنن جو دفاع ۽ انهن تي حملو ڪرڻ آسان ٿيو. هاڻي غور ڪرڻ جو مقام آهي تہ هن آيت ۾ ارشاد ٿيو تہ اوهان اهو وڻن وڍڻ وارو ڪم الله ﷻ جي اذن سان ڪيو صرف پنهنجي طور تي نہ ڪيو پر ان اذن جو ذڪر پهريان ڪنهن بہ قرآن ڪريم جي آيت ۾ آيل ناهي. ۽ جڏهن ناهي تہ يقينن اهو "وَحْيُ غَيْرُ مَتْلُوٌّ" سان ٿيو هوندو جنهن مان ثابت ٿيو تہ "وَحْيُ غَيْرُ مَتْلُوٌّ" حديث حجت ۽ شرعي دليل آهي.

**اٺون دليل**: رب العزت عزوجل فرمايو: "سَيَقُولُ الْمُخَلَّفُونَ إِذَا انطَلَقْتُمْ إِلَىٰ مَغَانِمَ لِتَأْخُذُوهَا ذَرُونَا نَتَّبِعْكُمْ ۖ يُرِيدُونَ أَن يُبَدِّلُوا كَلَامَ اللَّهِ ۚ قُل لَّن تَتَّبِعُونَا كَذَٰلِكُمْ قَالَ اللَّهُ مِن قَبْلُ" (سورة الفتح آيت 15) (جلد چوندا پوئتي رهيل جڏهن ويندؤ اوهان غنيمتن ڏانهن تانت وٺو اهي "ڇڏيو اسان کي تہ اوهان جي پويان هلون. ارادو ڪن ٿا تہ الله ﷻ جي ڪلام کي تبديل ڪن. فرماءِ تہ اوهان اسان جي پويان هرگز نہ هلندؤ اهڙي طرح فرمايو الله اڳ ۾").

**سمجهاڻي**: هن آيت ۾ مذڪور آهي تہ منافقن جي خيبر جي جنگ ۾ شريڪ نہ ٿيڻ جي اڳيئي الله ﷻ خبر ڏئي ڇڏي هئي ۽ ظاهر آهي تہ اها بہ وحي غير متلو سان ٿي هوندي ڇو تہ قرآن ڪريم ۾ ان جو ڪٿي بہ ذڪر ناهي.

**نائون دليل**: قرآن ڪريم ۾ الله ﷻ جو فرمان آهي:"وَيُعَلِّمُهُمُ الْكِتَابَ وَالْحِكْمَةَ" ـ(سورة آلعمران آيت 163) (۽ انهن کي ڪتاب ۽ حڪمت پڙهائي ٿو).

**سمجھاڻي**: ڪتاب مان مراد قرآن ڪريم ۽ حڪمت مان مراد حضور ڪريم ﷺ جن جي حديث آهي.

**ڏهون دليل**: الله جل جلاله جو ارشاد آهي:"وَاَنزَلْنَآ اِلَيْكَ الذِّكْرَ لِتُبَيِّنَ لِلنَّاسِ مَا نُزِّلَ اِلَيْهِمْ "(سورة النحل آيت 44) (۽ اسان اوهان تي ذڪر (يعني قرآن) نازل ڪيو تانت ماڻهن جي لاءِ اهو بيان ڪيو جيڪو انهن ڏانهن نازل ڪيو ويو).

**سمجھاڻي**: هن آيت مان صاف واضح آهي تہ حضور ڪريم ﷺ جن جي بعثت جو مقصد صرف قرآن ڪريم پهچائڻ نہ هو نہ سندن منصب عام ٽپال پهچائڻ وارو هو پر سندن ذمي ان نازل ڪيل ڪتاب ۽ حڪمت جي تعليم، تشريح ۽ تفسير ڪرڻ بہ هو. هاڻي سوال هي ٿو پيدا ٿئي تہ جيڪڏهن سندن ارشادات حجت ناهن تہ قرآن ڪريم جي سمجهاڻي ڪيئن ممڪن ٿيندي ڇا رب العزة جل شانه جي ڪتاب سمجهائڻ جي لاءِ ڪين پنهنجي طرفان ڪجھ چوڻ جي اجازت نہ هئي؟ ظاهر آهي تہ ان کان سواءِ تعليم ممڪن ناهي ۽ جيستائين سندن فرمان حجت تسليم نہ ڪيو ويندو تيستائين سندن تعليم مان ڪو فائدو نہ ملندو.

**يارهون دليل**: خداوندي ڪلام قرآن ڪريم ۾ بار بار: "اَطِيْعُوا اللّٰهَ سان گڏ وَاَطِيْعُوا الرَّسُوْلَ" جا الفاظ مذڪور آهن جيڪي صراحتاً حديث جي حجت هجڻ تي دلالت ڪن ٿا.

**سوال**: اها اطاعت شريعت ۾ حجت هجڻ جي حيثيت سان ناهي بلڪ ملت جي مرڪز يا حاڪم هجڻ جي حيثيت سان آهي، يعني سندن حڪم هڪ حڪمران جي حيثيت سان سندن زماني جي ماڻهن جي لاءِ واجب العمل هو سندن کان پوءِ جيڪو بہ حاڪم ايندو صرف ان جي اطاعت ڪئي ويندي.

**جواب**: ان سوال جي متعلق بہ عرض پيش خدمت آهن: (1) هڪ تہ

حاڪم جي اطاعت جو ذڪر مستقل طور اڳتي "وَأُولِي الأَمْرِ مِنْكُمْ" ۾ آيو آهي. رسول الله ﷺ جي اطاعت لاءِ جدا امر آهي. اها هن ۾ داخل ناهي (2)ٻيو ته هتي "اَطِيعُوا الرَّسُولَ" جو جملو استعمال ڪيو ويو آهي ۽ هي تسليم ٿيل قاعدو آهي ته جڏهن ڪنهن اسم مشتق تي ڪو حڪم لڳايو ويندو ته اشتقاق جو مادو ان حڪم جي علت ۽ مدار هوندو آهي جيئن چئبو آهي "اَكْرِمِ الْعَالِمَ" عالم جي عزت ڪر. جيئن هن ۾ علم جو هجڻ اڪرام، عزت ڪرڻ جي علت آهي تيئن "اَطِيعُوا الرَّسُولَ" ۾ اطاعت جي علت رسالت آهي نه حاڪميت.

**ٻارهون دليل**: باري تعالىٰ ﷻ جو فرمان آهي:"فَلَا وَرَبِّكَ لَا يُؤْمِنُونَ حَتَّىٰ يُحَكِّمُوكَ فِيمَا شَجَرَ بَيْنَهُمْ ثُمَّ لَا يَجِدُوا فِي أَنْفُسِهِمْ حَرَجًا مِمَّا قَضَيْتَ وَيُسَلِّمُوا تَسْلِيمًا" ـ(سورة النساء آيت 65) (پوءِ تنهنجي رب جو قسم آهي ته اهي ناهن مومن جيستائين اوهان کي حاڪم ڪري ونن ان ۾ جو جهيڙو پيو انهن ۾ ان کان پوءِ نه لهن پنهجين دلين ۾ تنگي ان مان جو فيصلو ڪيو اوهان ۽ تسليم ڪن تسليم ڪرڻ).

**سمجهاڻي**: هن آيت مان صاف واضح آهي ته سندن ارشادات جي اطاعت ڪرڻ نه صرف واجب آهي پر ان تي ايمان جو مدار آهي نه تسليم ڪندڙ قرآن ڪريم جي نص مطابق مومن ناهي ڪافر آهي.

**تيرهون دليل**: خداوندي ڪلام قرآن ڪريم ۾ ڪيترين جاين تي اڳين نبين (علىٰ نبينا و عليهم الصلوٰة والسلام) جي ارشادات کي واجب العمل قرار ڏنو ويو آهي ۽ نه مڃڻ وارن تي عذاب نازل ٿيڻ جو ذڪر آهي حالانڪ انهن مان ڪيترا انبياء عليهم الصلوٰة والسلام اهڙا هئا جن تي ڪو ڪتاب (وحي متلو) نازل نه ٿيو هو انهن جا فرمان سڀ وحي غير متلو هئا جيڪي حجت هئا.

**چوڏهون دليل**: قرآن ڪريم ۾ حضرت ابراهيم عليٰ نبينا عليه الصلوٰة والسلام جي خواب جو واقعو مذڪور آهي جنهن ۾ ڪيس سندس فرزند حضرت اسماعيل عليٰ نبيناو عليه الصلوٰة والسلام جي ذبح جو حڪم ڏنو ويو هو ۽ پاڻ ان تي عمل ڪري ڏيکاريو هيائون. اهو خواب وارو حڪم بہ "وَحْيُ غَيْرُ مَتْلُوٌّ" هو. جنهن مان ثابت ٿيو تہ "وَحْيُ غَيْرُ مَتْلُوٌّ" حجت آهي.

## ڪجھ عقلي دليل

**پهريون دليل**: قرآن ڪريم ۾ زندگي جي هرشعبي جي متعلق جيڪي هدايتون ڏنل آهن اهي عام طور بنيادي احڪام تي مشتمل آهن ۽ انهن جو تفصيل ۽ انهن تي عمل جو طريقو سڀ حديثن ٻڌايو آهي مثال طور نماز جو حڪم قرآن ڪريم ۾ آهي پر ان جي پڙهڻ جو طريقو ان جا اوقات ۽ رڪعتن جو تعداد قرآن ڪريم ۾ مذڪور ناهي. جيڪڏهن حديثن ڪي حجت نہ مڃبو تہ "اَقِيْمُوْ الصَّلَوٰةَ" تي عمل تي نہ سگهندو. مجبوراً مڃڻو پوندو تہ حديثون حجت آهن.

**ٻيو دليل**: عرب جي مشرڪن جي خواهش هئي تہ: قرآن ڪريم حضور ڪريم ﷺ جي واسطي ڪان سڌو سنئون انهن تي نازل ٿئي ها. جيئن ارشاد آهي: "حَتّٰى تُنَزِّلَ عَلَيْنَا كِتٰبًا نَّقْرَؤُهٗ"۔(سوره الاسراء آيت 93) (تانجو اسان تي ڪتاب لاهين جو اسين ان کي پڙهون) هن صورت ۾ معجزو بہ ظاهر ٿئي ها ۽ مشرڪن جي ايمان آڻڻ جي اميد بہ ظاهر هئي پر الله عزوجل اهو طريقو پسند نہ فرمايو. سوال هي آهي تہ جيڪڏهن حديثون حجت نہ هيون تہ رسول الله ﷺ جي موڪلڻ تي اصرار ڇو ڪيو ويو؟ حقيقت هيءَ آهي تہ رسول الله ﷺ جي موڪلڻ ۾ حڪمت اها هئي تہ صرف ڪتاب ڪنهن قوم جي اصلاح جي لاءِ ڪافي نہ تو ٿي سگهي جيستائين ڪو

اهڙو معلم، ان جون معنائون ۽ مرادون سمجهائيندڙ نه هجي ۽ اهو ان جو عملي نمونو بنجي ڏيکاري ۽ هي تيستائين ممڪن ناهي جيستائين ان جو ارشاد ۽ تفهيم واجب الاطاعت ۽ واجب الاتباع نه هجي.

**ٽيون دليل**: پوري امت ڪنهن استثناء کان سواءِ حديث کي حجت تسليم ڪندي انهن تي عمل ڪندي آئي آهي جيڪڏهن اهي سڀئي گمراهه هئا ۽ چوڏهن سؤ سالن ۾ حديث جي منڪرن کان سواءِ اسلام جي سمجهڻ وارو ڪير به پيدا نه ٿيو ته پوءِ اهو دين ڪيئن ڪامل ٿي سگهندو جنهن کي سوين سالن تائين ڪير سمجهي نه سگهيو.

## حديثن جي منڪرن جا سوال ۽ انهن جا جواب

**سوال** (1): قرآن ڪريم ۾ رب العزة ﷻ جو ارشاد آهي: "وَلَقَدْ يَسَّرْنَا الْقُرْآنَ لِلذِّكْرِ فَهَلْ مِنْ مُدَّكِرٍ"۔ (سورة القمر آيت 17) (۽ البت تحقيق اسان قرآن کي نصيحت جي لاءِ آسان ڪيو ڇا پوءِ ڪو نصيحت حاصل ڪندڙ آهي؟) هن آيت مان واضح ٿيو ته قرآن ڪريم کي سمجهڻ ۽ ان مان نصيحت حاصل ڪرڻ ڪنهن جي سمجهائڻ جو محتاج ناهي ۽ نه ان جي تشريح ۽ تعليم جي لاءِ ڪنهن جي ضرورت آهي.

**جواب**: قرآن ڪريم جا مضمون ٻن قسمن جا آهن: (1) هڪڙا الله عزوجل جي خوف، آخرت جي فڪر الله عزوجل ڏانهن رجوع ڪرڻ ۽ عام نصيحت جي ڳالهين تي مشتمل آهن (2) ٻيا شرعي احڪام ۽ انهن جي اصول جي متعلق آهن. مذڪوره آيت پهرئين قسم جي مضمونن جي متعلق آهي. ٻئي قسم جي مضمونن جي متعلق ناهي ڇو ته هن ۾ "لِلذِّكْرِ" جو قيد لڳايل آهي. جيڪڏهن احڪام ۽ اصولِ احڪام سمجهڻ به آسان هجن ها ته اهو قيد لڳايل نه هجي ها ۽ هن ۾ "فَهَلْ مِنْ مُدَّكِرٍ" (پوءِ ڪو نصيحت وٺندڙ آهي؟) آيل آهي. "فهل من مستنبط"، يا "هل من مجتهد" نه آهي. قرآن ڪريم جي ڪيترين آيتن ۾ واضح

ڪيو ويو آهي تہ قرآن ڪريم حضور ڪريم ﷺ جي سمجهائڻ سان ئي سمجهہ ۾ ايندو.

**سوال** (2): قرآن ڪريم ڪيترين جاين تي پنهنجي آيتن کي "بينات" (چٽا دليل) سڏيو آهي جنهن مان واضح ٿئي ٿو روشن آهي تہ حديث سان ان جي وضاحت جي ضرورت ناهي.

**جواب**: "بينات" مان مراد توحيد، رسالت ۽ قيامت جي قائم ٿيڻ جا واضح دليل آهن جيڪي ٿورڙي توجهہ سان دل ۾ لهي وڃن ٿا ۽ صاف سمجهہ ۾ اچن ٿا. عيسائين جي ٽن معبودن چوڻ واري عقيدي وانگر ناهن جو سڄي دنيا ملي بہ ان کي چڱي طرح سمجهي نہ سگهي. مذڪور لفظ مبارڪ مان اها مراد ناهي تہ شرعي احڪام ۽ اصول جي سمجهڻ جي لاءِ ڪنهن سمجهائيندڙ جي ضرورت ناهي.

**سوال** (3): قرآن ڪريم ۾ فرمان خداوندي آهي تہ:"اِنَّمَآ اَنَا بَشَرٌ مِّثۡلُكُمۡ" (مان اوهان جهڙو بشر آهيان) هن مان معلوم ٿيو تہ پاڻ (معاذ الله) عام ماڻهن جهڙا ماڻهو آهن اسان تي سندن مٿان نازل ٿيل "وَحۡيٌ مَتۡلُوٌّ" (يعني قرآن ڪريم) جي اطاعت لازم آهي سندن حديث جي اتباع يا اطاعت اسان تي لازم ناهي.

**جواب**: هي دليل آيت کي ان جي سياق کان جدا ڪري ورتو ويو آهي حقيقت ۾ هيءَ آيت انهن مشرڪن جي جواب ۾ نازل ٿي هئي جيڪي هر هر حبيب ڪريم ﷺ کان معجزا گهرندا هئا. انهن جي جواب ۾ هيءَ آيت نازل ٿي جنهن ۾ ڪين چيو ويو تہ "مان هر هر معجزا نہ ڏيکاريندس مان نبي هجڻ سان گڏ بشر بہ آهيان. معجزا الله عزوجل جي اذن سان ۽ مهرباني سان ڏيکاريندو آهيان. "مِّثۡلُكُمۡ" ۾ تشبيهہ هر لحاظ سان ناهي. هن آيت ۾ "يُوحٰۤى اِلَيَّ" (مون ڏانهن وحي ڪيو ٿو وڃي) سان عام ماڻهن

۽ حضور ڪريم ﷺ ۾ فرق ڪيل آهي. "يُوحىٰ إِلَيَّ" ۾ وحي متلو ۽ وحي غير متلو ٻئي داخل آهن. ٻنهي جي اتباع ڪرڻ ضروري آهي.

**سوال** (4): ڪيترا اهڙا واقعا سيرت ۽ تاريخ جي ڪتابن ۾ ذڪر ٿيل آهن جن ۾ حضور ڪريم ﷺ جن ڪي سندن ڪن فيصلن تي عتاب ۽ ميار مليل آهي مثال طور بدر جي جنگ جي موقعي تي قيدين کان فديو (جان بها) وٺي ڇڏي ڏيڻ. هن جي باري ۾ قرآن ڪريم ۾ صراحت آهي ته سندن اهو فيصلو خداوند ڪريم جي رضا جي مطابق نه هيو. ۽ هن مان ثابت ٿيو ته سندن اقوال ۽ افعال مطلق طور حجت ۽ شرعي دليل ناهن.

**جواب**: اهو استدلال جهالت تي مبني آهي. اهڙن واقعن ۾ سندن فيصلا اجتهادي هئا. ۽ امت جي اڪثريت جو هن ڳالهه تي اجماع آهي ته مجتهد اجتهاد سان جيڪو فيصلو ڪري ٿو جيڪڏهن اهو صحيح نه بيٺو ته به ڪيس اجتهاد ۽ حق جي طلب ۾ ڪوشش ڪرڻ جو اجر ملندو. حضرت حبيب ڪريم ﷺ جن جي اهڙن فيصلن تي ڪين اجر ڏيڻ سان گڏ الله عزوجل سندن رهنمائي به ڪري حق واضح ڪيو آهي ۽ جن فيصلن ۾ اجتهادي خطا نه هئي ته اهي برقرار رکيا ويا جنهن مان معلوم ٿيو ته سندن اهي فرمان به حجت ۽ دليل هئا ۽ اهڙن فيصلن ڪي صحابه ڪرام عليهم الرضوان جو تسليم ڪرڻ هن ڳالهه جو دليل آهي ته هي حضور ڪريم ﷺ جي احڪام ۽ ارشادات کي شرعي حجت ۽ دليل سمجهندا ۽ مڃيندا هئا. اهڙن واقعن ۾ حضور ڪريم ﷺ جن ڪي محبوبانه انداز ۾ ڏوراپو ته ڏنو ويو پر سندن انهن فيصلن کي تسليم ڪندڙ صحابه ڪرام عليهم الرضوان کي ڪو ڏوراپو يا عتاب نه ڪيو ويو.

**سوال** (5): عرب پنهنجين کجين جي باغن ۾ کجين کي نر ڏيندا هئا ته پوءِ کجي ڏينديون هيون. حضرت حبيب ڪريم ﷺ جن انهن کي ان کان روڪيو. صحابه ڪرام عليهم الرضوان ان تي عمل ڪيو ته

ڪجين جي وڻن ڪجور توري ڏني ۽ جڏهن ڪين ڀڏايو ويو تہ پاڻ فرمايائون "اَنۡتُمۡ اَعلمُ بِاُمُوۡرِ دُنۡيَاكُمۡ" (اوهان پنهنجي دنيا جي ڪمن کي وڌيڪ ڄاڻندڙ آهيو) جيڪڏهن سندن هر حڪم وحي هجي ها تہ اها صورتحال پيش نہ اچي ها.

**جواب**: سندن اصلي حيثيت شانِ رسالت واري آهي ان جي ڪري سندن ارشاد دليل ۽ شرعي حجت آهي پر جيڪڏهن ڪو قرينو يا دليل ملي جنهن مان معلوم ٿئي تہ هي سندن ارشاد شخصي شوريٰ جي حيثيت رکي ٿو تہ ان کي شخصي مشورو سمجهيو ويندو. حديث جي ذخيره ۾ سندن اهڙا شخصي مشورا موجود آهن ۽ اتي ان ڳالهہ جي وضاحت بہ ڪيل آهي ۽ انهن چند مقامات کان سواءِ سندن سمورا فرمان الله عزوجل جي رسول هجڻ جي حيثيت سان صادر ٿيا آهن جيڪي امت جي لاءِ حجت ۽ شرعي دليل آهن.

## ٻئي نظريہ جي ترديد

هن نظريي جي مطابق حديثون صرف صحابہ ڪرام عليهم الرضوان جي لاءِ حجت ۽ دليل هيون اسان جي لاءِ ناهن. هي نظريہ تہ اهڙو بديهي البطلان (ڪليل باطل) آهي جنهن جي ترديد جي لاءِ تڪليف ڪرڻ جي ڪا ضرورت ناهي ڇو تہ ان جو نتيجو اهو ٿو نڪري تہ پاڻ صرف صحابہ جا نبي هيا ۽ سندن رسالت بہ صرف ان دور سان مخصوص هئي. حالانڪ قرآن ڪريم ۾ صاف واضح بيان ٿيل آهي تہ پاڻ قيامت تائين اچڻ وارن انسانن جا رسول آهن وضاحت لاءِ هتي ڪجهہ آيتون لکجن ٿيون:

◈ "يَاأَيُّهَا النَّاسُ اِنِّيۡ رَسُوۡلُ اللّٰهِ اِلَيۡكُمۡ جَمِيۡعًا" (سورة الاعراف آيت 158)

ترجمو: (اي انسانو! بيشڪ مان اوهان سيني ڏانهن الله عزوجل جو رسول آهيان) هن ۾ سندن رسالت سيني انسانن جي لاءِ ذڪر ڪيل آهي ۽ اها

قيامت تائين اچڻ وارن انسانن جي لاءِ عام آهي.

◈ "وَمَآ اَرْسَلْنٰكَ اِلَّا كَآفَّةً لِّلنَّاسِ بَشِيْرًا وَّنَذِيْرًا "(سورة السباء آيت 158)

ترجمو: (۽ اسان اوهان کي سيني ماڻهن جي لاءِ بشير ۽ نذير بڻائي موڪليو آهي).

◈ "وَمَآ اَرْسَلْنٰكَ اِلَّا رَحْمَةً لِّلْعٰلَمِيْنَ "(سورة الانبياء آيت 107)

ترجمو: (۽ اسان اوهان کي سيني جهانن جي لاءِ رحمت بنائي موڪليو آهي).

◈ "تَبٰرَكَ الَّذِيْ نَزَّلَ الْفُرْقَانَ عَلٰى عَبْدِهٖ لِيَكُوْنَ لِلْعٰلَمِيْنَ نَذِيْرًا "(سورة الفرقان آيت 1)

ترجمو: (برڪت وارو آهي اهو الله جنهن پنهنجي ٻانهي تي فرقان نازل ڪيو تانت جهانن جي لاءِ ڊيڄاريندڙ هجي)

هنن آيتن ۾ سندن عام ۽ قيامت تائين اچڻ وارن انسانن جي لاءِ رسالت ۽ نبوت جو ثبوت آهي. سندن بعثت کي صرف صحابہ ڪرام عليهم الرضوان جي لاءِ چوڻ بي حيائي ۽ بي شرمي کان سواءِ ڪجھ ناهي.

## حديث جي منڪرن کان هڪ اهم ۽ بنيادي سوال

حديث جي منڪرن کان پڇيو وڃي تہ قرآن ڪريم جي سمجهڻ لاءِ حضور ڪريمﷺ جي تعليم ضروري آهي يا نہ؟ جيڪڏهن ناهي تہ پوءِ سندن بعثت جو مقصد ڇا؟ جيڪڏهن آهي تہ تعجب جي ڳالھ آهي جو صحابہ ڪرام عليهم الرضوان تہ قرآن ڪريم جي نزول وقت موجود ۽ حبيب ڪريمﷺ جو ديدار ڪندڙ هئا انهن کي قرآن ڪريم جي نزول جا اسباب چڱي طرح ذهن نشين هئا قرآن پاڪ جي نزول جو ماحول سندن سامهون هو. اسين تہ انهن سيني ڳالهين کان خالي آهيون تہ اسان کي تہ حضور

ڪريم ﷺ جي تعليم، تفهيم ۽ سندن حديثن جي وڏيڪ محتاجي ۽ ضرورت آهي.

**ٽئين نظريي جي ترديد**: هي نظريو بہ بلڪل باطل آهي تہ حديثون اول حجت هيون هاڻي ناهن ڇو تہ اهي اسان تائين قابلِ اعتماد ذريعن سان نہ پهتيون آهن. هن نظريي وارن کي سمجهڻ گهرجي تہ اسان وٽ حديثون انتهائي معتبر ذريعن سان پهتل آهن جيئن هتي لکجي ٿو.

**حديثن جي معتبر ۽ باوثوق ذرائع سان پهچڻ جا دلائل**:

1. جن ذريعن سان اسان وٽ قرآن ڪريم پهتو آهي انهن ئي ذريعن سان حديث بہ پهتي آهي جيڪڏهن اهي واسطا اعتماد جي قابل نہ ڇئبا تہ پوءِ تہ قرآن ڪريم تان بہ هٿ ڪڻڻو پوندو.

**سوال**: قرآن ڪريم جي حفاظت جو ذمو تہ الله عزوجل پاڻ ڪنيو آهي جيئن فرمان مبارڪ آهي: "وَاِنَّا لَهٗ لَحٰفِظُوْنَ" ترجمو: (۽ بلاشڪ اسين ئي ان جي حفاظت ڪندڙ آهيون) پر حديث جي باري ۾ اهڙي ڪا بہ ان جي حفاظت جي ذميداري ذڪر ڪيل ناهي؟

**جواب**: ان اعتراض جي متعلق علماء بہ جواب لکيا آهن: هڪ تہ اها حفاظت جي ذميداريءَ واري آيت بہ اسان وٽ انهن ذريعن سان پهتي آهي جيڪي اوهان جي بقول اعتماد جي قابل ناهن ۽ نعوذ بالله. اوهان جي بقول ممڪن آهي تہ ڪو ان آيت جي لاءِ ائين چوي جيئن اوهان حديث جي لاءِ چئو ٿا ٻيو تہ قرآن ڪريم اصوليُن جي اتفاق سان نظم (لفظن) ۽ معنىٰ ٻنهي جو نالو آهي. هيءَ آيت ان لحاظ سان صرف نظم جي حفاظت جي ذميداري بيان نہ ٿي ڪري پر معنىٰ جي حفاظت جي ذميداري بہ بيان ڪري ٿي ۽ معنىٰ جي تعليم حديث سان ئي آهي ان جي ڪري هن آيت مان حديث جي حفاظت بہ ثابت ٿي رهي آهي.

**سوال**: قرآن ڪريم جو اسان تائين پهچڻ انهن واسطن سان ناهي پر

ان جو ڪلام الله هجڻ ۾ اسان تائين پهچڻ ان جي اعجاز ۾ بلاغت جي ڪري آهي جيڪو حديث ۾ ناهي.

**جواب**: ان اعتراض جا ٻه جواب آهن:(1) هڪ هي ته قرآن ڪريم جو اعجاز ماڻهن جي لاءِ ان ۾ بيان ٿيل تحدي (مقابلي جي چئلينج) وارين آيتن سان آهي ۽ اهي ٻه اسان وٽ انهن ئي ذريعن سان پهتيون آهن جن سان حديث پهتي آهي. (2) قرآن ڪريم جو اعجاز تڏهن ثابت ٿيو جڏهن ان جو چئلينج قبول ڪري ڪو ماڻهو مقابلي ۾ نه آيو ۽ ڪنهن ماڻهو جو نه اچڻ ٻه حديثن کان سواءِ ڪٿان ثابت ٿيو معلوم ٿيو ته حديثن کان سواءِ ڪا واهه ۾ ڳلي ناهي. ۽ جڏهن حديثن کان سواءِ ڪا واهه ناهي ته ثابت ٿيو ته اهي واجب العمل آهن ۽ جيئن قرآن ڪريم جي حفاظت الله عزوجل ڪئي آهي تيئن حديثن جي حفاظت جو ٻه ان ئي انتظام ڪيو آهي.

**سوال**: محدثن پاڻ ٻه لکيو آهي ته: حديثن مان ڪي حديثون آحاد ظني دليل آهن ۽ ظن جي اتباع ڪرڻ قرآن ڪريم جي صراحت موجب منع آهي. الله عزوجل جو فرمان آهي "وَمَا لَهُمْ بِهِ مِنْ عِلْمٍ اِنْ يَّتَّبِعُوْنَ اِلَّا الظَّنَّ وَاِنَّ الظَّنَّ لَا يُغْنِيْ مِنَ الْحَقِّ شَيْئًا" -(سورة النجم آيت 28) ترجمو: ۽ ناهي انهن کي ان جو ڪو علم (نه ٿا تابعداري ڪن مگر گمان جي ۽ بيشڪ گمان حق جو ڪو فائدو نه ٿو ڏي).

**جواب**:هيءَ چوڻ ٻه خالص ڌوڪو ۽ فريب آهي تحقيق هي آهي ته "ظن" لفظ عربي لغت ۾ ٽن معنائن جي لاءِ ايندو آهي. هڪ اٽڪل ۽ اندازو ٻيو غالب گمان ٽيون يقيني، استدلالي علم. جيئن قرآن ڪريم جي هنن آيتن ۾ "ظن" لفظ يقين جي معنيٰ ۾ آيو آهي:

(1) "اَلَّذِيْنَ يَظُنُّوْنَ اَنَّهُمْ مُّلٰقُوْا رَبِّهِمْ"۔ ترجمو: (جيڪي يقين ٿا ڪن ته بلاشڪ اُهي پنهنجي رب سان ملندڙ آهن)

(2) "قَالَ الَّذِينَ يَظُنُّونَ اَنَّهُمْ مُلَاقُوا اللّٰهِ" ترجمو: (انهن چيو جيڪي يقين ٿا رکن تہ اُهي الله سان ملندڙ آهن).

(3) "وَظَنَّ دَاوُدُ اَنَّمَا فَتَنّٰهُ" ترجمو: (۽ داؤد يقين ڪيو تہ بلاشڪ اسان ان کي آزمائش ۾ وڌو)

جئين هنن آيتن ۾ ظن يقين جي معنىٰ سان آهي تيئن حديثن کي ظني چوڻ بہ يقين جي معنىٰ سان آهي ڪٿي ڪٿي غالب گمان بہ مراد ورتو ويو آهي ۽ قرآن ڪريم ۾ جنهن ظن جي اتباع کان روڪيو ويو آهي اهو اٽڪل ۽ اندازي جي معنىٰ سان آهي. حقيقت هيءَ آهي تہ جيتري قدر غالب گمان جو تعلق آهي گهڻن مسئلن ۾ ان کي حجت قرار ڏنو ويو آهي ۽ ان کي حجت مڃڻ کان سواءِ انسان هلي نہ سگهندو ڇوتہ ساري دنيا ان غالب گمان تي قائم آهي. محدثن ڀلارن لکيو آهي تہ خبر واحد ان لحاظ سان ظني آهي پر ڪي واحد خبرون يقين جو فائدو ڏينديون آهن. مثال طور: اهي حديثون جيڪي فن حديث جي امامن ۽ حافظن کان بار بار مسلسل بيان ٿينديون آهن. باقي اهو چوڻ تہ حديثون جن واسطن سان اسان وٽ پهتيون آهن اهي واسطا اعتماد جي قابل ناهن اهو بي خبر هجڻ جو دليل آهي. حديث جي حفاظت جو جيڪو انتظام ٿيل هو ۽ آهي اهو بي مثال آهي جنهن جو تفصيل ۽ تحقيق حديث جي ترتيب ۽ تدوين جي تاريخ مان ئي معلوم ٿئي ٿو.

## حديثن جي ترتيب ۽ تدوين:

حديث جا منڪر چون ٿا تہ حديثون ٽئين صدي هجري ۾ ترتيب ڏنيون ويون آهن ان جي ڪري اهي اعتماد جي قابل ناهن ڇو تہ ممڪن آهي تہ اهي اصلي صورت تي باقي نہ رهيون هجن مگر اهو چوڻ بلڪل بي بنياد ۽ اجايو آهي ڏسڻو اهو آهي تہ حبيب ڪريم ﷺ جن جي پاڪ دور کان وٺي اج تائين حديث جي حفاظت جو ڇا اهتمام ڪيو

ويو؟ ذهن ۾ ويهارڻ گهرجي تہ حديث جي حفاظت جو رستو صرف لکڻ ناهي ٻيا بہ ڪيترا اعتماد جوڳا ذريعا آهن. حضور ڪريم ﷺ ۽ صحابن سڳورن عليهم الرضوان جي دور ۾ حديث پاڪ جي حفاظت لاءِ ٽي طريقا استعمال ڪيا ويا هئا: (1)هڪ ياد ڪرڻ ۽ اهو طريقو ان دور جي لحاظ سان انتهائي اعتماد جي قابل هو. اهل عرب کي الله عزوجل زبردست حافظي ۽ يادگيري جي قوت سان نوازيو هو. اهي هر ڳالهه کي ياد ڪرڻ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هئا. هڪ هڪ شخص کي هزارين شعر ياد هوندا هئا ۽ گهڻو ڪري جيڪا ڳالهه هڪ ڀيرو ٻڌائون اها سڄي عمر انهن کي ياد رهندي هئي. وسرندي نہ هئي. انهن جا اهڙا ڪيترا واقعا تاريخ ۾ مذڪور آهن. جڏهن انهن جو ٻين ڳالهين ۾ ايترو مضبوط حافظو هوندو هو تہ حديث پاڪ تہ سندن قلبن جو قرار ۽ روح جي راحت هئي ان ۾ سندن حافظي جا ڇا جوهر نہ ڏيکاريا هوندا. بلاشڪ سندن حافظا ۽ يادگيريون ائين قابلِ اعتماد هئا جيئن لکڻ آهي (2) حديث جي حفاظت جو ٻيو طريقو تعامل هو. يعني اصحابن ڀلارن جو حضور ڪريم ﷺ جي اقوال ۽ افعال تي عمل ڪري انهن کي ياد رکڻ جيئن ڪيترن اصحابن رضي الله عنهم کان روايت ڪيل آهي تہ اهي ڪو ڪم ڪري پوءِ چوندا هئا تہ اسان رسول الله ﷺ جن کي ائين ڪندي ڏٺو هو. ۽ هي طريقو بہ اعتماد ۾ افضل آهي. ڇو تہ جنهن ڳالهہ تي انسان عمل ڪري ٿو اها ائين آهي جيئن لوهہ تي ليڪو (3) ٽيون طريقو آهي لکڻ: تاريخي طور تي حديث جو لکڻ چئن مرحلن ۾ ٿيو آهي. هڪ متفرق طور حديثن کي قلم بند ڪرڻ. ٻيو ڪنهن هڪ شخصي دفتر ۾ حديثن جو جمع ڪرڻ جنهن جي حيثيت ذاتي ياد داشت جي هجي. ٽيون حديثن کي ڪتابي صورت ۾ بابن جي ترتيب کان سواءِ گڏ ڪرڻ. چوٿون حديثن کي ڪتابي صورت ۾ بابن جي ترتيب سان گڏ ڪرڻ. نبي ڪريم ﷺ جي پاڪ ظاهري زندگي ۾ صحابہ ڪرام عليهم الرضوان جي دور ۾

ڦهريان بہ قسم تہ چڱيءَ طرح رائج ٿي چڪا هئا باقي قسم بہ آهستي آهستي رائج ٿيندا ويا.

**سوال**: صحيح مسلم ج 2 ص 414 باب التثبت وحكم كتابة العلم) ۾ حضرت ابو سعيد خدري رضي الله عنه کان روايت آهي تہ: رسول الله ﷺ جن ارشاد فرمايو "لَاتَكۡتُبوا عَنِّي وَمَنۡ كَتَبَ عَنِّي غَيۡرَالۡقُرۡاٰنِ فَلۡيَمۡحُهُ" (مون کان (حديث) نہ لکو ۽ جنهن مون کان قرآن کان سواءِ (ڪجهہ) لکيو ان کي گهرجي تہ اهو ميٽي ڇڏي).

هيءَ روايت ان ڳالهہ جو دليل آهي تہ حضور ڪريم ﷺ جن جي دور ۾ حديثون لکيون نہ وينديون هيون. بلڪ پاڻ لکڻ کان روڪيو هيائون.

**جواب**: حديث جي لکڻ کان هيءَ منع اسلام جي ابتداء ۾ هئي جو ان وقت تائين قرآن ڪريم هڪ نسخي ۾ جمع ٿيل نہ هو. متفرق طور صحابہ ڪرام عليهم الرضوان وٽ موجود هو ۽ صحابہ ڪرام عليهم الرضوان بہ اڃان قرآن ڪريم جي اسلوب کان پوري طرح مانوس نہ هئا. ماڻهو قرآن ڪريم ۽ حديث ۾ ڦهرين نظر سان فرق ڪري نہ سگهن ها. پر جڏهن صحابي سڀ‍ورا قرآن ڪريم جي اسلوب کان چڱي طرح مانوس ٿيا تہ پوءِ پاڻ ڪريمن ﷺ جن حديث جي لکڻ جي اجازت ڏني. جنهن جا بہ ٿي واقعا حديث جي ڪتاب ۾ موجود آهن. ملاحظہ فرمايو:

(1) محدث ترمذي پنهنجي ڪتاب جامع ترمذي جي ڪتاب العلم ۾ هڪ مستقل باب رکيو آهي "بَابُ مَاجَاءَ فِي الرخصة فِيهِ" هن ۾ حضرت ابو هريره رضي الله عنه کان هڪ روايت آندي اٿس تہ "انصارن مان هڪ مرد حضرت نبي ڪريم ﷺ جن وٽ ويهندو هو ۽ سندن حديثون ٻڌندو هو ۽ ڪيس گهڻو وڻنديون هيون پر ياد ڪري نہ سگهندو هو. حضور

ڪريم ﷺ جن سان اها شڪايت ڪيائين تہ يارسول الله ﷺ مان اوهان کان حديث ٻڌان ٿو مون کي وڏي ٿي پر ياد ڪري نہ ٿو سگهان“ نبي ڪريم ﷺ جن کيس فرمايو تہ ”سڄي هٿ سان مدد وٺ“ ۽ کيس لکڻ جي لاءِ اشارو ڏنائون. (جامع ترمذي ج 2 ص 107,106).

(2) ”ابو داؤد السنن ۾ ۽ حاڪم المستدرڪ ج 1 ص 104 ڪتاب العلم الامر بکتابة الحديث“ ۾ حضرت عبدالله بن عمرو بن العاص رضي الله عنه کان روايت آندي آهي تہ مان جيڪو ڪجهہ حضور ڪريم ﷺ جن کان ٻڌندو هوس اهو لکندو هوس، ان مان منهنجو مقصد حديث کي ياد ڪرڻ هو. پوءِ مون کي قريشن منع ڪيو ۽ چيائون تہ تون جيڪو ڪجهہ حضور ڪريم ﷺ جن بشري حيثيت سان ڪڏهن ڪاوڙ ۾ تہ ڪڏهن خوشي ۾ ڪجهہ ڳالهائين ٿا نہ لک. (انهن جي ان چوڻ کان) پوءِ مون لکڻ بند ڪيو ۽ اها ڳالهہ حضور ڪريم ﷺ جن کي ٻڌائي تہ پاڻ فرمايائون ”لکندو رهہ“ ان ذات جو قسم آهي جنهن جي (قدرتي) هٿ ۾ منهنجو ساهہ آهي تہ هن (سندن وات مبارڪ) مان صرف حق ئي نڪرندو آهي. (ابو داؤد ج 2 ص 513, 514 ڪتاب العلم؟).

(3) المستدرڪ للحاڪم ۾ حضرت عبدالله بن عمرو رضي الله عنه کان روايت آهي تہ پاڻ فرمايائون ”علم کي قيد (قابو) ڪيو“ مون عرض ڪيو تہ علم کي قيد ڪرڻ ڇا آهي؟“ پاڻ فرمايائون تہ ”لکڻ“ (المستدرڪ للحاڪم ج 1 ص 106 ڪتاب العلم ”قيدوا العلم بالكتابة)

(4) حضرت ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن خطاب فرمايو ۽ هڪ قصو بيان ڪيو تہ اتي موجود ابو شاهہ نالي هڪ شخص کين عرض ڪيو تہ ”هي مون کي لکي ڏيو“ پاڻ فرمايائون ”ابوشاهہ کي لکي ڏيو“ (ترمذي ج 2 باب ماجاء في الرخصة فيه رواه البخاري في ڪتاب العلم تحت باب ڪتابة العلم ج 1 ص 21, 23) هن مان بہ حضور ڪريم ﷺ جن جي امر سان سندن حديث لکڻ جو ثبوت ملي رهيو

آهي ۽ اهڙيون ڀيون حديثون بہ آهن جن مان ثابت ٿئي ٿو. حديث جي لکڻ کان منع عارضي ۽ مصلحت جي تحت هئي. ۽ جڏهن اهو عارض دفع ٿي ويو تہ منع جو حڪم بہ رفع ٿي ويو بلڪہ حديث لکڻ جو امر عام ٿي ويو. محدث نوويرحمۃ اللہ علیہ حديث جي لکڻ کان منع جو ٻيو سبب هي بہ بيان ڪيو آهي تہ مطلقاً لکڻ جي منع ڪنهن بہ زماني ۾ نہ هئي پر ڪي اصحابي سڳورا رضی اللہ عنہم قرآن ڪريم جي آيتن لکڻ سان گڏ تفسير ۽ تشريح بہ لکندا هئا ۽ ان صورت ۾ ان جو قرآن ڪريم جي آيتن سان ملي وڃڻ جو خطرو هو ۽ فرق نہ ٿي سگهي ها تڏهن انهن اصحابن کي ان لکڻ کان روڪيو ويو هو. علامہ نوويرحمۃ اللہ علیہ جو بيان ڪيل هي سبب دل کي لڳندڙ ۽ تمام سهڻو آهي ۽ هن جي تائيد امام نسائيرحمۃ اللہ علیہ جي هن روايت سان بہ ٿئي ٿي جيڪا ان "ڪتاب الصلواة باب الصلواة الوُسطیٰ" ۾ آندي آهي تہ "ام المومنين سيده عائشه صديقہ رضی اللہ عنہما وعن ابيها) پنهنجي هڪ غلام کي قرآن ڪريم جي لکڻ جو حڪم ڏنو هو ۽ جڏهن اهو هن آيت: "حَافِظُوا عَلَى الصَّلَوَاتِ وَالصَّلَاةِ الْوُسْطَىٰ" تي پهتو تہ پاڻ ان کي "الْوُسْطَىٰ" جو تفسير "العصر" سان لکرايائين ۽ ظاهر آهي تہ اهو لفظ ان جاءِ تي قرآن ڪريم جي حيثيت سان نہ پر تفسير جي حيثيت سان لکيو ويو هو ۽ ان دور ۾ شرح کي متن سان گڏ لکڻ کان روڪيو ويو. باقي حديثن کي جدا لکڻ کان منع ڪيل نہ هئي. ۽ صحابہ ڪرام عليهم الرضوان جي دور ۾ حديثن جا ڪيترا مجموعہ تيار ٿي چڪا هئا. جن مان ڪن جوهتي ذڪر ڪرڻ ضروري آهي.

## حديثن جا مجموعا

(1) الصحيفة الصادقة: امام احمد المسند ۾ روايت آندي آهي تہ حضرت عبدالله بن عمرو بن العاص رضی اللہ عنہ حديثن جو مجموعو تيار ڪري ان جو نالو "الصحيفة الصادقه" رکيو هو. ان ۾ ڪيتريون حديثون هيون

انهن جو تعداد ڪيترو هو پر صحيح بخاري ج 2 ص 22 ڪتاب العلم باب ڪتابة العلم ۾ هڪ روايت آندي آهي جنهن مان ان تي ڪجهه روشني پوي ٿي. ان ۾ حضرت ابو هريره رضي الله عنه جو بيان آهي ته حضور ڪريم ﷺ جن جي اصحابن مان ڪوبه مون ڪان حديث بيان ڪرڻ ۾ گهٽ نه هو پر عبدالله بن عمرو رضي الله عنه وڌيڪ هو ڇو ته اهو حديثون لکندو هو. ۽ مان لکندو نه هوس" هن مان معلوم ٿيو ته حضرت عبدالله بن عمرو رضي الله عنه جون روايت ڪيل حديثون حضرت ابو هريره رضي الله عنه جي روايت ڪيل حديثن ڪان گهٽيون هيون ۽ حضرت ابو هريره رضي الله عنه جي روايت ڪيل حديثن جو تعداد 5314 يا 5374 هو ۽ وڌيڪ صحيح قول پيو آهي هن مان عبدالله بن عمرو رضي الله عنه جي مرويات جو تعداد اجا به گهٽو تو معلوم ٿئي.

**سوال**: حضرت عبدالله بن عمرو رضي الله عنه ڪان روايت ڪيل حديثون جيڪي اسان تائين پهتيون آهن انهن جو تعداد ته حضرت ابو هريره رضي الله عنه جي مرويات ڪان گهٽ آهي پوءِ حضرت ابو هريره رضي الله عنه ڪيئن فرمايو ته "ان وٽ مون ڪان وڌيڪ حديثون آهن؟"

**جواب**: حديثن جو ياد ڪرڻ جدا ڳالهه آهي ٻين تائين پهچائڻ جدا ڳالهه آهي. حقيقت هيءَ آهي ته حضرت ابو هريره رضي الله عنه مدينه منوره ۾ رهندو هو جيڪو علم جي طالبن جو مرڪز هو ان ڪي اتي حديث جي روايت ڪرڻ جا گهڻا موقعا ميسر هئا پر حضرت عبدالله بن عمرو شام ۾ رهيو جتي ان جون روايت ڪيل حديثون ٻين تائين پهچائڻ وارا گهٽ هئا ان جي ڪري ان جون روايت ڪيل حديثون ٻين تائين گهٽ پهتيون آهن. بهرڪيف "الصحيفة الصادقة" ان دور ۾ حديث جو وڏو مجموعو هيو ۽ حضرت عبدالله بن عمرو رضي الله عنه ان ڪي نهايت حفاظت سان رکندو هو سندس وفات ڪان پوءِ اهو مجموعو سندس پوٽي عمرو بن شعيب رضي الله عنه وٽ آيو جنهن جي روايت اڪثر ڪري "عن ابيه عن جده" جي الفاظ

سان ايندي آهي. حافظ ابن حجر رحمة الله عليه "تهذيب التهذيب" ۾ يحيىٰ بن معين ۽ علي المديني جو قول آندو آهي تہ جيڪا حديث "عن عمرو بن شعيب عن جده" جي سند سان اچي سمجهڻ گهرجي تہ اها "الصحيفة الصادقة" کان آندل آهي.

(2) **صحيفة علي**: ابو داؤد ج 1 ص 278 ڪتاب المناسڪ باب في تحرير المدينة جي تحت حضرت علي رضي الله عنہ جو هي قول نقل ڪيل آهي تہ "ما ڪتبنا عن رسول الله ﷺ الاالقرآن وما في هذه الصحيفة" اسان رسول الله ﷺ جن کان صرف هي قرآن ۽ (ٻيو) جيڪو هن صحيفه ۾ آهي لکيو آهي. هيءَ روايت صحيح بخاري ۾ چئن مقامن ۽ صحيح مسلم ۾ ٻن مقامن تي آيل آهي. هيءَ روايت نسائي ۽ ترمذي بہ تخريج ڪئي آهي ۽ حضرت علي رضي الله عنہ جو اهو لکيل صحيفہ ساڻن گڏ هوندو هو ۽ هن روايت جي متعدد الفاظ مان معلوم ٿئي ٿو تہ ان ۾ ديتن، معاقل، فديو، قصاص، اهل ذمہ جي احڪام، زڪواة جي نصاب ۽ مدينه طيبه جي حرم هجڻ جي متعلق نبوي ارشاد هئا.

(3) **ڪتاب الصدقة**: هي احاديث مبارڪ جو اهو مجموعو آهي جيڪو حضرت حبيب ڪريم ﷺ جن پاڻ املاء ڪرڻ فرمايو هو. هن ۾ زڪواة، صدقات، عشر وغيره جي احڪام جو ذڪر هو ۽ ابي داؤد مان معلوم ٿئي ٿو تہ اهو ڪتاب حضور ڪريم ﷺ جن پنهنجي طرفان زڪواة وصول ڪرڻ جي لاءِ مقرر ڪيلن ملازمن جي ڄاڻ لاءِ لکرايو هو پر اهو اجان تائين انهن ڏانهن موڪليو نہ هيائون تہ سندن ظاهري زندگي پوري ٿي ۽ پاڻ واصل الى الله ٿيا. سندن رحلت کان پوءِ اهو حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنہ وٽ رهيو ان کان پوءِ حضرت عمر رضي الله عنہ وٽ هيو. حضرت عمر رضي الله عنہ جي شهادت کان بعد سندس فرزندن حضرت عبدالله رضي الله عنہ ۽ حضرت عبيدالله رضي الله عنہ ان کي سنڀاليو ۽ انهن کان حضرت

عمر بن عبدالعزيز نقل ڪرايو پوءِ اهو مواد حضرت سالم بن عبدالله رضي الله عنه وٽ آيو. حضرت سالم رضي الله عنه کان شهاب الدين زهري رحمة الله عليه اهو مواد وٺي ياد ڪيو ۽ ٻين کي پڙهايو.

(4) **صحف انس بن مالڪ**: (انس بن مالڪ جا لکيل دفتر) حضرت سعيد بن هلان کان روايت آهي ته: اسين جڏهن حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنه کان حديثون گهڻيون پڇندا هئاسون ته اهو پاڻ وٽ موجود دفتر ڪڍي اسان جي اڳيان رکندو هو ۽ چوندو هو ته هي اهي حديثون آهن جيڪي مون رسول الله ﷺ جن کان ٻڌي لکيون هيون ۽ سندن اڳيان پڙهي پيش ڪيون هيون. (المستدرک للحاکم ج 3 ص 573، 574 ذکر انس بن مالک کتاب معرفة الصحابة) هن مان معلوم ٿيو ته حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنه وٽ به حديثن جا لکيل مجموعا هئا.

(5) **صحيفة عمر بن حزم**: جڏهن حضور ڪريم ﷺ جن عمر بن حزم کي نجران جو عامل بنائي موڪليو ته هڪ صحيفه ان جي حوالي ڪرڻ فرمايو هيائون جيڪو سندس حديثن تي مشتمل هو. ان کي حضرت ابي لکيو هو ابو داؤد وغيره ۾ ان جا جيڪي اقتباسات آيا آهن انهن مان معلوم ٿئي ٿو ته ان ۾ پاڪائي، نماز، زڪواة، حج، عمره، جهاد، سير ۽ مغانم وغيره جي متعلق حديثون هيون.

(6) **صحيفة ابن عباس** رضي الله عنه: طبقات ابن سعد ۾ ڪريب بن ابي مسلم حضرت ابن عباس رضي الله عنه جي آزاد ڪيل غلام کان هي واقعو نقل ڪيل آهي ته ڪيس حضرت ابن عباس رضي الله عنه جي لکيل ڪتابن مان اٺ جي ڪٺڙ جيترو ذخيرو مليو هو.

(7) **صحيفة ابن مسعود** رضي الله عنه: علامه ابن عبدالبر پنهنجي ڪتاب "جامع بيان العلم و فضله" ۾ لکيو آهي ته عبدالرحمن بن مسعود رضي الله عنه هڪ ڪتاب ڪڍي فرمايو ته: مان قسم کڻي چوان ٿو ته: هي عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جو لکيل آهي.

(8) **صحيفة جابر بن عبدالله** رضي الله عنه : محدث امام مسلم روايت آندي آهي تہ "حضرت جابر بن عبدالله حج جي مسئلن تي هڪ رسالو" تصنيف ڪيو هو. ان جو ذڪر امام المحدثين امام بخاري رحمة الله عليه پنهنجي ڪتاب "التاريخ الڪبير ج 7 ص 186 ۾ آندو آهي.

(9) **صحيفة سمرة بن جندب**: حافظ ابن حجر رحمة الله عليه "تهذيب التهذيب" ۾ نقل ڪيو آهي تہ سليمان بن سمره بن جندب رضي الله عنه پنهنجي والد سمرة بن جندب رضي الله عنه کان هڪ وڏو نسخو روايت ڪيو آهي جنهن جي متعلق محمد بن سيرين رحمة الله عليه فرمايو: "ان الرسالة التى كتبها سمرة بن جندب لاولاده يوجد فيها علم كثير" (حضرت) سمرة بن جندب رضي الله عنه جيڪو رسالو پنهنجي اولاد جي لاءِ لکيو هو ان ۾ گهڻو علم لڌو وڃي ٿو.

(10) **صحيفة سعد بن عبادة**: ابن سعد طبقات ۾ آندو آهي تہ: سعد بن عبادة رضي الله عنه هڪ دفتر ترتيب ڏنو هو جنهن ۾ حديثون جمع ڪيون هيائين.

(11) **صحف ابي هريره** رضي الله عنه : الحاكم المستدرک ۾ ۽ علامہ ابن عبدالبر پنهنجي ڪتاب "جامع بيان العلم وفضله" ۾ لکيو آهي تہ حضرت ابو هريره رضي الله عنه جي اڳيان هڪ حديث بيان ڪئي وئي تہ پاڻ ان حديث کان ناواقفي بيان ڪيائون. ڪيس عرض ڪيو ويو تہ اها حديث اوهان کان ئي ٻڌي وئي آهي. پاڻ فرمايائين تہ جيڪڏهن هيءَ حديث مون بيان ڪئي هوندي تہ مون وٽ لکيل هوندي پوءِ پنهنجو لکيل ڪتاب ڪڍي آيو جنهن ۾ حديثون لکيل هيون. جڏهن انهن ۾ اها پيش ڪيل حديث ڳولي وئي تہ لڀي وئي. (المستدرک للحاكم و جامع بيان العلم وفضله) معلوم ٿيو تہ حضرت ابو هريره رضي الله عنه وٽ ان جون روايت ڪيل حديثون لکيل هيون هن مان سندس روايت ڪيل پنج هزار ٽي سؤ

چوهٽ 5364 حديثن جو لکيل هجڻ ثابت ٿئي ٿو.

**سوال**: حضرت ابو هريره رضي الله عنه پاڻ فرمايو آهي ته مان حديث لکندو ناهيان؟.

**جواب**: پاڻ حبيب ڪريم ﷺ ۽ خلفاءِ راشدين عليهم الرضوان جي خلافت جي دور ۾ حديثون نه لکندو هو پر آخري عمر ۾ ان ڊپ کان ته حافظي جي ڪمزور ٿيڻ جي ڪري وسري نه وڃن پنهنجون روايت ڪيل حديثون لکرايون هيائين. ٻنهي ڳالهين ۾ ڪو تضاد ۽ تعارض ناهي. حضرت ابو هريره رضي الله عنه جا ڪيئي صحيفا لکرايل هيا. ابن سعد الطبقات ۾ آندو آهي ته عمر بن عبدالعزيز رضي الله عنه جو پيءُ جڏهن مصر جو گورنر هو ته ان زماني ۾ ان ڪثير بن مره کي خط لکيو هو ته تو وٽ صحابه ڪرام عليهم الرضوان جون روايت ڪيل جيتريون به حديثون هجن اهي مون ڏانهن موڪلي ڏي پر حضرت ابو هريره رضي الله عنه جون روايت ڪيل حديثون نه موڪلجان اهي اسان وٽ اڳيئي موجود آهن.

(12) **مؤلفُ بشير بن نهيڪ**: بشير بن نهيڪ کان دارمي نقل ڪيو آهي ته مان جيڪا حديث حضرت ابو هريره رضي الله عنه کان ٻڌندو هوس لکندو ويندو هوس ۽ جيڪو مجموعو لکي تيار ڪيو هوم اهو سندس خدمت ۾ پيش ڪندي ڪيس ٻڌايو هوم ته هي اوهان جي روايت ڪيل حديث جو مجموعو آهي پاڻ فرمايائون "ها". (درس ترمذي ج 1 ص 41)

(13) **صحيفه عبدالملڪ بن مروان**: هن ۾ اهي روايتون لکرايون ويون هيون جيڪي امتحان طور عبدالملڪ بن مروان حضرت ابو هريره رضي الله عنه کان پڇيون هيون.

(14) **صحيفه همام بن منبه**: هي به حضرت ابو هريره رضي الله عنه جي مشهور شاگردن مان هو هن به حضرت ابو هريره رضي الله عنه جي روايت ڪيل حديثن جو مجموعو تيار ڪيو هو. ڪتاب ڪشف الظنون جي مصنف حاجي خليفه ان جو نالو "الصحيفة الصحيحة" لکيو آهي. جيڪو سڄو

امام احمد المسند ۾ ذڪر ڪيو آهي ۽ ان جي روايتن ڪي هنن لفظن ۾ آڻيندو آهي. عن همام بن منبہ قال هذا ما حدثنا بہ ابو هريرة رضي الله عنه عن رسول الله ﷺ فذكر احاديث منها وقال قال رسول الله ﷺ.

**فائدو**: حسن اتفاق سان ان صحيفه جو لکيل نسخو ملي ويو آهي هڪ نسخو جرمني ۾ برلن جي ڪتب خاني ۾ موجود آهي ٻيو دمشق جي ڪتب خاني "مجمع علمي" ۾ موجود آهي سيرت ۽ تاريخ جي مشهور محقق ڊاڪٽر محمد حميد الله صاحب انهن ٻنهي نسخن کي پيش ڪري ۽ هي صحيفہ شايع ڪرايو آهي هن ۾ هڪ سؤ اٺتيهہ حديثون آهن ۽ ان کي جڏهن مسند امام احمد بن حنبل ۾ ذڪر ڪيل روايتن سان ڀيٽيو ويو تہ ڪٿي هڪ حرف يا ٽپڪي جو بہ فرق نظر نہ آيو. (درس ترمذي ج 1 ص 42)

الغرض تہ حضرت حبيب ڪريم ﷺ جن ۽ صحابہ ڪرام عليهم الرضوان جي دور ۾ حديث جي لکڻ جو طريقو چڱيءَ طرح رائج ٿي چڪو هو. ڪيترا مجموعا لکجي چڪا هئا جن مان مون هتي ڪجهہ ذڪر ڪيا آهن. محبوب ڪريم ﷺ جن جا جيڪي انفرادي خط لکيا ويا ۽ موڪليا ويا يا ڪنهن ڏانهن خاص هدايت ناما لکي موڪليائون يا ڪي فرمان جاري ڪيائون اهي جدا آهن. جن جو تفصيل حديث جي وڏن ڪتابن ۾ موجود آهي.

**سوال**: خلفاءِ راشدين رضي الله عنهم جي دور ۾ حديث جي تدوين ترتيب ۽ اشاعت جو اهڙو وڏو اهتمام ڇو نہ ڪيو ويو جهڙو قرآن ڪريم جي جمع ڪرڻ جي لاءِ ڪيو ويو؟.

**جواب**: خلفاءِ راشدين مان حضرت ابو بڪر صديق رضي الله عنه حضرت عمر فاروق رضي الله عنه پنهنجي پنهنجي دور ۾ اهو ارادو ڪرڻ فرمايو هو تہ قرآن ڪريم وانگر احاديث جو هڪ مجموعو سندن نگراني ۾ تيار ڪرايو وڃي پر جڏهن تہ اڃان قرآن ڪريم جي گڏ ڪرڻ جو ڪم مڪمل نہ

تي سگهيو هو تہ اول ان کي ترجيح ڏئي ان جي جمع ڪرائڻ ۾ مصروف رهيا ۽ جيڪڏهن ان وقت حديث مبارڪ جي جمع ڪرائڻ ڏانهن توجهہ ڪري، حديث جو مجموعو تيار ڪرائي رکن ها تہ ممڪن هو مسلمان ان کي قرآن ڪريم جهڙو سمجهن ها ۽ صرف ان ڏانهن متوجهہ رهن ها ۽ ان خطري جو اظهار حضرت عمر رضي الله عنه هڪ ڀيري هنن لفظن سان ڪيو هو. "اِنِّي كُنتُ اَرَدتُّ اَنْ اَكْتُبَ السُّنَنَ وَاِنِّي ذَكَرْتُ قَوْماً كَانُوا قَبْلَكُمْ كَتَبُوا كُتُبًا فَاكَبُّوا عَلَيْهَا وَ تَرَكُوا كِتَابَ اللهِ"۔(مقدمہ فتح الملهم ص 231 بحوالہ المدخل للبيهقي). يعني مون ارادو ڪيو هو تہ حديثون لکان پر مون کي ياد آيو تہ اوهان کان اڳي هڪ قوم وارا هئا جن ڪتاب لکيا پوءِ انهن تي اونڌا رهيا ۽ الله عزوجل جي ڪتاب کي ڇڏي ڏنائون.

**تنبيهہ**: حديث جا منڪر حضرت عمر رضي الله عنه جي هن ڳالهہ کي پنهنجي حجت بنائي خوشي جو اظهار ڪندا آهن ۽ هن کي حديث جي حجت نہ هجڻ جو دليل بنائيندا آهن مگر اهو سندن دليل نہ ٿو ٿي. ڇو تہ حضرت عمر رضي الله عنه پاڻ ان جو اهتمام ڪٿي مذڪور سبب جي ڪري نہ ڪيو هو پر ڪنهن کي انفرادي طور جمع ڪرڻ کان منع بہ نہ ڪيو هو سندس دور ۾ ڪيترن صحابن رضي الله عنهم حديثون جمع ڪيون هيون.

**سوال**: روايت ۾ آهي تہ حضرت عمر رضي الله عنه صحابہ ڪرام عليهم الرضوان جي گڏ ڪيلن، حديث جي مجموعن کي ساڙائي ڇڏيو هو ۽ صحابہ ڪرام عليهم الرضوان کي حديثون گهٽيون روايت ڪرڻ کان روڪيو هيائين؟

**جواب**: حديث جا منڪر روايت کي مڃيندا ناهن تہ پوءِ هن روايت کي حجت طور ڇو ٿا پيش ڪن؟ حقيقت هي آهي تہ مذڪور روايت صحيح قوي ۽ مستند ناهي. علامہ ابن عبدالبر پنهنجي ڪتاب "جامع بيان العلم وفضله" ۾ ان روايت تي وڏو تحقيقي ۽ تفصيلي بحث ڪندي

لکيو آهي تہ اها روايت ضعيف آهي حجت جي قابل ناهي. علامہ ابن حزم بہ پنهنجي ڪتاب "الاحڪام" ۾ اهڙين سيني روايتن مان هر هڪ جي چند چاڻ ڪري انهن جي راوين جي تحقيق ڪندي انهن کي ناقابل حجت ثابت ڪيو آهي پر جيڪڏهن هرويرو ڪو ضد ڪري چوي تہ نہ اهي صحيح آهن تہ انهن کي پوءِ بہ سمجهڻ گهرجي تہ حضرت عمر رضي الله عنه جي قول ۽ فعل جو مقصد روايت ڪرڻ ۾ احتياط ڪرڻ آهي ۽ اهو تڏهن ممڪن هو جڏهن روايت ڪندڙن تي نظر رکي وڃي. نہ تہ جيتري قدر روايت ڪرڻ جو تعلق آهي حضرت عمر رضي الله عنه ان جو مخالف تہ نہ پر داعي هو. پاڻ فتح ڪيل اسلامي ملڪن جي هر صوبہ ۾ معلم موڪلي انهن تي اهو ڪم رکيو هيائين تہ اهي ماڻهن کي فرائض ۽ سنتن جي تعليم ڏين. حضرت عمر رضي الله عنه جي قول کي ڪلهي تي کڻي بيان ڪندي، حجيت حديث جو انڪار ڪندڙ ان طرف ڇونہ ٿا ڏسن تہ حضرت عمر رضي الله عنه پاڻ بہ سوين حديثن جو راوي آهي. سندس روايت ڪيل حديثن جو تعداد ستن سون (700) کان بہ زياده آهي. ان ڪانسواءِ شاهہ ولي الله "ازالة الخفاء" ۾ حضرت عمر رضي الله عنه جو هي خطاب بہ نقل ڪيو آهي تہ "سَيَاتِي اَقْوَامٌ يُّنْكِرُوْنَ بِالرَّجْمِ وَبِالدَّجَالِ وَبِا الشِّفَاعَةِ وَبِعَذَابِ الْقَبْرِ وَبِقَوْمٍ يَّخْرُجُوْنَ مِنَ النَّارِ" (جلد اهڙيون قومون اينديون جيڪي سنگسار ڪرڻ جو ۽ دجال جو ۽ شفاعت جو ۽ قبر جي عذاب جو ۽ اهڙي قوم جو انڪار ڪندا جيڪي جهنم کان (ان ۾ سڙڻ) کان پوءِ ٻاهر نڪرندا. ظاهر آهي تہ انهن شين جو ذڪر بہ حديثن ۾ آهي جن کي پاڻ مڃي منڪرن جو ذڪر ڪيو اٿس. ان جي ڪري حضرت عمر رضي الله عنه کي حديث جو منڪر چوڻ بيوقوفي ۽ ڪم علمي آهي. حضرت عثمان غني رضي الله عنه جي دور ۾ بہ حديث جي تدوين ترتيب ڏيڻ جو ڪم ٿڌو رهيو ڇو تہ ان دور ۾ اختلاف گهٽجا رهيا مگر پاڻ ڪيترين حديثن جو راوي آهي.

**حضرت علي رضي الله عنه جي دور ۾ حديث جون خدمتون**: جيستائين قرآن ڪريم جي جمع ڪرڻ جو انتظام هو تيستائين حضرت علي رضي الله عنه به حديث روايت ڪرڻ کان ڪنارو ڪندو رهيو ۽ پنهنجي طرفان لکيل حديثن جو مجموعو ماڻهن کان لڪائي رکيو هيائين پر جڏهن سندس دور ۾ عبدالله بن سبا يهودي (عليه اللعنة) پاڻ کي مسلمان ظاهر ڪري مسلمانن کي ويڙهائي اسلام کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ ان مقصد سان ماڻهن جي لاءِ ان به ڪم گڏ شروع ڪيا (1)هڪ ماڻهن کي صحابه ڪرام عليهم الرضوان کان (جن دين جي لاءِ وڏيون قربانيون ڏنيون) نفرت ڏياري وڃي (2) ٻيو جڙتو حديثون ٺاهي عقائد ۾ هڪ نئون نظام آندو وڃي جنهن ۾ حضرت علي رضي الله عنه کي (معاذ الله ثم معاذ الله) الله جي مقام تي پهچايو وڃي ۽ ٻين صحابن سڳورن جي ايمان ۾ شڪ ۽ شبها پيدا ڪيا وڃن. حضرت علي رضي الله عنه ان فتني جي تباهي کي محسوس ڪندي ۽ انهن جي افراد کي مسلمانن ۾ گهسي وڃڻ کي ڏسي هي ارشاد فرمايو: "قَاتَلَهُمُ اللهُ اَىَّ عَصَابَةٍ بَيْضَاءَ سَوَّدُوْا وَ اَىَّ حَدِيْثٍ مِنْ اَحَادِيْثِ رَسُوْلِ اللهِ ﷺ اَفْسَدُوا (طبقات ابن سعد) " (الله انهن تي لعنت ڪري کهڙي چمڪندڙ جماعت کي ڪارو ڪرڻ لڳا ۽ رسول الله ﷺ جن جي احاديث مان کهڙي نه (سچي ۽ صحيح) حديث کي فاسد ڇوڙڻ لڳا). ان کان پوءِ ان فتني کي روڪڻ جي لاءِ هڪ طرف صحابه ڪرام عليهم الرضوان جي شان ۽ فضائل جي اشاعت ڪرڻ لڳا ته ٻئي طرف حديث جي سلسلي ڏانهن توجهه فرمايائون پوءِ سندن دور ۾ حديث کي گڏ ڪرڻ جي بجاءِ گهٽائي تي. ۽ پاڻ صحيح احاديث کي روايت ڪري سبائي عليهم اللعنة جي ڪوڙين روايتن جو مقابلو ڪيائون. ۽ سندن ڪيترن شاگردن وٽ سندن روايت ڪيل حديثن جا مجموعا هوندا هئا.

**حضرت عمر بن عبدالعزيز رضي الله عنه جو دور**: هن عادل حاڪم جي دور

تائين حديث جو لکڻ پنهنجن ٻن پهرين مرحلن ۾ رهيو پر پوءِ اها ضرورت محسوس ڪئي وئي تہ حديثن جي باقاعده تدوين ڪئي وڃي چو تہ هاڻي قرآن ڪريم سان انهن جي منجهي پوڻ جو خطرو نہ رهيو هو ۽ صحيح بخاري باب كيف يقبض العلم ج 1 ص 20 ۾ معلق روايت آهي تہ: عمر بن عبدالعزيز پنهنجي امير هجڻ جي دور ۾ مدينه منوره جي قاضي ابوبڪر بن حزم ڏانهن خط لکي حڪم ڏنو هو تہ "اُنظر مَا كَانَ مِنْ حَدِيْثِ رَسُوْلِ اللهِ ﷺ فَإنِي خِفْتُ دُرُوْسَ الْعِلْمِ وَذِهَابَ الْعُلَمَاءِ" (رسول الله ﷺ جن جي حديث ڏس ۽ لک" مون کي علم جي ميٽجڻ ۽ علماء جي وڃڻ جو ڏپ ٿو ٿئي) ۽ پاڻ قاضي ابوبڪر بن حزم کي حضور ڪريم ﷺ جن جي حديث سان گڏ خلفاءِ راشدين عليهم الرضوان جي سنت لکڻ جو بہ حڪم ڏنو هيائون. ابن حجر عسقلاني رحمة الله عليه لکيو آهي تہ اهو حڪم نہ صرف مدينه منوره جي قاضين کي هو پر هر صوبي جي قاضي لاءِ هو. مقصد تہ حضرت عمر بن عبدالعزيز رضي الله عنه پنهنجي هر اداري ۾ وڏي پيماني تي حديث جي گڏ ڪرڻ جو حڪم جاري ڪري ڇڏيو ۽ سندس حڪم جي تحت حديث جا هي ڪتاب وجود ۾ آيا:

(1) **ڪُتُبُ ابي بڪر:** (قاضي ابوبڪر جا ڪتاب) علامہ ابن عبدالبر رحمة الله عليه پنهنجي ڪتاب "التمهيد" ۾ امام مالڪ رضي الله عنه کان نقل ڪيو آهي تہ: مذڪور قاضي حديث جا ڪيترا ڪتاب لکيا هئا پر عمر بن عبدالعزيز کي موڪلي نہ سگهيو ۽ سندس وفات ٿي وئي.

(2) **رسالة سالم بن عبدالله في الصدقات:** علامہ جلال الدين سيوطي رحمة الله عليه تاريخ الخلفاء ۾ ذڪر ڪيو آهي تہ هي رسالو عمر بن عبدالعزيز رضي الله عنه جي فرمائش تي لکيو ويو.

(3) **دَفَاتُر الزهري (زهري جا دفتر):** علامہ ابن عبدالبر رحمة الله عليه ڪتاب "جامع

بيان العلم وفضله" ۾ امام زهري رحمة الله عليه جو قول آندو آهي تہ اسان کي عمر بن عبدالعزيز رضي الله عنه حديث ۽ سنن جي تدوين جو حڪم ڪيو تہ اسان دفترن جا دفتر لکي ورتا ۽ هيءَ حقيقت آهي تہ اُن زماني ۾ زهري رحمة الله عليه کان زياده حديث جي تدوين جي ڪنهن بہ خدمت نہ ڪئي هئي) پوءِ حضرت عمر بن عبدالعزيز ان وقت جي اسلامي مملڪت جي هر صوبي ۾ انهن دفترن مان هڪ دفتر موڪليو هو.

(4) **ڪتاب السنن لمڪحول**: هي ڪتابُ محدث مڪحول لکيو هو ۽ هن ڪتاب جي تاليف سان حديث جو سلسلو چوٿين مرحلي ۾ داخل ٿيو هو. علامہ ابن النديم پنهنجي ڪتاب "الفهرست" ۾ ان ڪتاب جو ذڪر ڪيو آهي بظاهر هي ڪتاب عمر بن عبدالعزيز رحمة الله عليه جي فرمان جي تعميل ۾ لکيو ويو هو ڇو تہ "مڪحول" ان دور ۾ قاضي هو.

(5) **ڪتاب ابوالشعبي**: هي عامر بن شرجيل رضي الله عنه جو لکيل آهي سيوطي "تدريب الراوي" ۾ ابن حجر عسقلاني رحمة الله عليه جي حوالي سان نقل ڪيو آهي تہ: هي حديث جي علم ۾ بابن سان ترتيب ڏنل پهريون ڪتاب هو. شعبي جڏهن تہ ڪوفي ۾ رهندو هو ۽ اتي عمر بن عبدالعزيز رضي الله عنه جي طرفان قاضي هو. ظاهر آهي تہ هي ڪتاب بہ ان جي ارشاد تي لکيو ويو آهي. حضرت عمر بن عبدالعزيز رضي الله عنه جي وفات 101هہ ۾ ٿي هئي ۽ هي سڀ ڪتاب ان کان پهريان لکجي چڪا هئا.

ٻي صدي هجري: پهرين صدي هجري ۾ بابن تي ترتيب ڏنل ڪتاب جي صرف ابتدا ٿي چڪي هئي ۽ ٻي صدي هجري ۾ حديث جي تدوين جو ڪم زياده ٿي رهيو هو ۽ هن دور ۾ جيڪي ڪتاب لکيا ويا انهن جو تعداد ويهن کان وڌيڪ آهي. جن مان ڪجهہ مشهور ڪتاب هي آهن:

(1) **ڪتاب الآثار لابي حنيفه**: هن ڪتاب ۾ پهريون ڀيرو حديثن کي فقهي ترتيب تي مرتب ڪيو ويو علمِ حديث ۾ هن جو مقام گهڻو بلند

آهي. امام ابو حنيفه رحمه الله عليه هن ڪتاب کي چاليهه هزار حديثن مان منتخب ڪيو هو (ذکره الموفق في مناقب الامام ابي حنيفه) هن ڪتاب جا ڪيترا نسخا آهن: (1) امام ابو يوسف رحمه الله عليه جي روايت سان (2) امام محمد رحمه الله عليه جي روايت سان (3) امام زفر رحمه الله عليه جي روايت سان. هي ڪتاب زماني جي لحاظ سان امام مالڪ جي موطا کان به اڳي آهي. ۽ هيءَ ڳالهه به ثابت آهي ته: امام مالڪ امام ابي حنيفه رحمه الله عليه جي لکيل ڪتابن مان فائدو ورتو آهي ان جي ڪري هي ڪتاب پنهنجي تدوين جي طرز ۾ امام مالڪ رحمه الله عليه جي موطا جي اصل جي حيثيت رکي ٿو. ڪيترن عالمن هن ڪتاب جا شرح لکيا آهن جن ۾ علامه ابن حجر رحمه الله عليه به شامل آهي.

**ضروري وضاحت**: ياد رکڻ گهرجي ته: علمِ حديث ۾ امام اعظم رحمه الله عليه جو ترتيب ڏنل ڪتاب اهو ئي "ڪتاب الآثار" آهي ان کان علاوه "مسند ابي حنيفه" جي نالي سان جيڪي تيار ڪيل مختلف نسخا ملن ٿا اهي خود امام صاحب جي تاليف ناهن ڪانئن پوءِ ڪيترن محدثن سندن روايت ڪيل حديثن کي ترتيب ڏئي مسند تيار ڪيا جن ۾ حافظ ابن عقده، حافظ ابو نعيم اصبهاني، حافظ ابن عدي ۽ حافظ ابن عساڪر مشهور آهن. بعد ۾ علامه خوارزمي انهن سيني مسندن کي گڏ ڪري "جامع مسانيد الامام الاعظم" نالي سان انهن کي ترتيب ڏئي تيار ڪيو. (درس ترمذي ج ـ 1)

(2) **موطا الامام مالڪ**: هن ڪتاب کي شروع ۾ "اصح الڪتب بعد ڪتاب الله" سڏيو ويندو هو ان کان پوءِ اهو لقب صحيح بخاري کي مليو ڇو ته هن ۾ موطا امام مالڪ رضي الله عنه جي تقريباً سمورين حديثن سان گڏ ٻيون به صحيح حديثون آهن.

(3) **جامع معمر بن راشد**: هي بزرگ به امام مالڪ رحمه الله عليه جو همعصر هو ۽ سندس دور ۾ سندس ڪتاب به گهڻو مقبول ۽ مشهور رهيو پر هاڻي

ناياب آهي.

(4) **جامع سفيان ثوري:** حضرت امام شافعي رحمة الله عليه هن ڪتاب مان استفادو ڪيو آهي.

(5) **السنن لابن جريج:** هن کي "سنن ابي الوليد" بہ چوندا آهن.

(6) **السنن لوڪيع بن جراح.**

(7) **ڪتاب الزهد لابن المبارڪ:** (درس ترمذي)

## ٽئين صدي هجري ۾ تدوين حديث

هن هجري صديءَ ۾ حديث جي تدوين جو ڪم پنهنجي جواني کي پهتو هو. حديث جي راوين جون سندون ڏگهيون ٿي ويون هڪ هڪ حديث ڪيترن ڪيترن طريقن سان روايت ڪئي وئي ۽ علم جي پکڙجڻ جي ڪري حديث جي فن تي لکيل ڪتاب نئين نئين ترتيب سان ۽ بابن ناهڻ سان وجود ۾ اچڻ لڳا ۽ حديث جي ڪتابن جا ويهن کان وڌيڪ قسم ٿي ويا. اسماء الرجال جي علم باقاعده هڪ صورت اختيار ڪئي ۽ ان تي بہ متعدد ڪتاب لکيا ويا انهن سيني جو ذڪر هتي ڪونہ ٿو ڪجي صرف پنن معروف ۽ مشهور حديث جي ڪتابن جو هتي ذڪر ڪجي ٿو.

(1) **مسند ابي داؤد الطيالسي:** هي ابو داؤد الطيالسي ان ابو داؤد کان اڳي هو جنهن جو شمار صحاح ستہ ۾ ڪيو ويجي ٿو. بعض حضرات جو چوڻ آهي تہ: هي "مسانيد" ۾ پهريون مسند آهي پر صحيح قول مطابق سڀ کان پهريون مسند "عبيدالله بن موسىٰ" جو آهي ۽ ابو داؤد الطيالسي جو سر جيتوڻيڪ ان کان مقدم آهي پر سندس "مسند" سندس وفات کان پوءِ خراسان جي بعض علماء ترتيب ڏئي تيار ڪيو هو ۽ "مسند عبيدالله بن موسىٰ" هن کان اڳي ترتيب سان تيار ڪيل هو.

(2) **مسند احمد:** هن کي وڌيڪ جامع مسند قرار ڏنو ويو آهي هن ۾

تقريباً چاليهہ هزار حديثون آهن جن کي امام احمد بن حنبل رحمة الله عليه ستن لکن حديثن مان منتخب ڪيو هو. امام احمد رحمة الله عليه پنهنجي حياتيءَ ۾ انهن حديثن کي جمع تہ ڪيو هو پر اجا انهن جي ترتيب ۽ تدوين ڪري نہ سگهيو هو تہ سندس جليل القدر پٽ عبدالله بن احمد عليهما الرحمة ان جي ترتيب ۽ تدوين ڪئي ۽ ان ۾ تقريبن ڏهن هزارن حديثن جو اضافو ڪيو ان کان پوءِ حافظ الحديث ابوبڪر قطيعي رحمة الله عليه بہ ان ۾ ڪجهہ اضافو ڪيو جنهن کي "زيادات المسند" سڏيو وڃي ٿو. مسند امام احمد ۾ صحيح، حسن، ضعيف الغرض تہ هر قسم جون حديثون آهن ۽ ان ۾ اختلاف آهي تہ مسند ۾ ڪا موضوع حديث بہ آهي يا نہ؟ گهڻي عرصي کان پوءِ بعض حضرات "مسند امام احمد" کي فقهي ابواب تي ترتيب جي مطابق مرتب ڪيو آهي ۽ متقدمين جي اها ڪوشش ناياب آهي، پر "الفتح الرباني" جي نالي سان "مسند احمد" بابن تي مرتب هاڻي بہ موجود آهي.

(3) **مصنف عبدالرزاق**: پهرئين زماني ۾ "المُصَنَّفُ" لفظ ان ئي اصطلاحي مفهوم تي ڳالهايو ويندو آهي جنهن تي هاڻي "السنن" لفظ ڳالهايو وڃي ٿو. مذڪور مصنف محدث عبدالرزاق بن الهمام يماني جو مرتب ڪيل آهي ۽ ڪيترن لحاظن سان نهايت وڏو ۽ جليل القدر ڪتاب آهي هڪ ان جي ڪري جو عبدالرزاق امام ابو حنيفہ ۽ معمر بن راشد جهڙن امامن جو شاگرد ۽ احمد بن حنبل رحمة الله عليه جهڙن بزرگن جو استاد آهي ان جي ڪري هن ڪتاب ۾ اڪثر ڪري "ثلاثي" حديثون آهن ٻيو ان جي ڪري جو محدث بخاري جي تصريح مطابق هن مصنف ۾ سڀ حديثون صحيح آهن. هن جا قلمي نسخا استنبول، صنعاء حيدرآباد دکن، حيدرآباد سنڌ ۽ ٽونڪ (هند) ۾ موجود آهن.

(4) **مصنفّ ابي بكر بن ابي شيبه**: هي ٻلارو امام بخاري ۽ امام

مسلم جو استاد آهي ۽ هن جي مصنف جي پهرين خصوصيت هيءَ آهي تہ: هن ۾ صرف احڪام تي مشتمل احاديث کي ترتيب ڏني وئي آهي ۽ ٻي خصوصيت هي آهي تہ هن ۾ مرفوعہ حديثن سان گڏ صحابہ ڪرام ۽ تابعين عظام جون فتوائون بہ گهڻيون جمع ڪيون ويون آهن. ان جي مطابق حنفي حضرات جي اصول کي سمجهڻ آسان ٿئي ٿو. ٽين خصوصيت هيءَ آهي تہ: هن ۾ هر مذهب جي دلائل کي جانبداري کان سواءِ جمع ڪيو ويو آهي. چوٿين خصوصيت هيءَ آهي تہ ابن ابي شيبہ پاڻ بہ ڪوفي جو رهاڪو هو ان جي ڪري ان اهلِ عراق جي مسلڪ کي چڱيءَ طرح سمجهي بيان ڪيو آهي اهوئي سبب آهي جو حنفي حضرات جا دليل هن ڪتاب ۾ گهڻا ملن ٿا ۽ ان جي ڪري ئي علامہ زاهد الڪوثري رحمۃ اللہ علیہ لکيو آهي تہ: "احوج ما يكون الفقيه اليه كتاب ابن ابي شيبه" فقيہ جنهن ڪتاب ڏانهن سڀ کان وڌيڪ محتاج آهي اهو ابن ابي شيبہ جو ڪتاب آهي.

(5) **المستدرڪ للحاكم**: هي ڪتاب "مستدرڪ علي الصحيحين" آهي پر حديث جي تنقيدي معاملي ۾ محدث حاڪم گهڻو متساهل آهي ان جي ڪري ان ڪيترين حديثن کي "علیٰ شرط الشيخين" يا علیٰ شرط احدهما" چئي پنهنجي ڪتاب ۾ داخل ڪيو آهي جيڪي حقيقت ۾ گهڻيون ضعيف آهن حافظ ذهبي رحمۃ اللہ علیہ هن ڪتاب تي هڪ حاشيہ لکيو آهي جنهن ۾ مستدرڪ جي تلخيص بہ آهي ۽ محدث حاڪم جي تساهل تي تنبيهہ بہ آهي. محدث حاڪم جي باري ۾ بعض ماڻهن جو خيال تہ اهو شيعو هو محقق وٽ صحيح ناهي اجايو الزام آهي. (درس ترمذي ص 48 ج 1).

(6) **المعاجم للطبراني**: محدث طبراني جا ٽي معجم آهن: (1)

المعجم الڪبير (2) المعجم الاوسط (3) المعجم الصغير. المعجم الڪبير حقيقت ۾ مسند آهي يعني ان ۾ صحابہ جي ترتيب جي مطابق روايتون جمع ڪيل آهن ۽ معجم اوسط ۾ امام طبراني پنهنجن استادن جي ترتيب سان حديثون جمع ڪيون آهن ۽ ان ۾ صرف پنهنجن استادن جي غرائب ۽ تفردات ڪي ئي جمع ڪيو آهي ۽ المعجم الصغير ۾ هن ۾ زياده انهن سندس استادن جون روايتون آهن جن کان محدث طبراني صرف هڪ حديث روايت ڪئي آهي.

(7) **مسند البزار**: هن کي "المسند الڪبير" بہ چوندا آهن. هي محدث ابوبڪر بزار جي تصنيف آهي ۽ معلل آهي. يعني هن ۾ مصنف روايات ۾ نقص پيدا ڪندڙ اسباب بہ بيان ڪيا آهن ۽ جيڪي ڪتاب معلل آهن انهن جو اصول هي آهي تہ جنهن حديث کان اهي خاموشي سان لنگهي وڃن اها انهن وٽ صحيح قابلِ عمل آهي.

(8) **مسند ابو يعلیٰ**: هي ڪتاب مسند جي نالي سان مشهور ٿي ويو حالانڪ هي "معجم" آهي.

(9) **مسند الدارمي**: هن ڪتاب کي بہ محدثن جي اصلاح جي خلاف مسند سڏيو ويو آهي حالانڪ هي حقيقت ۾ "السنن" آهي.

(10) **السنن الڪبریٰ للبيهقي**: هي ڪتاب امام بيهقي فقہ شافعي جي مشهور متن "مختصر المزني" جي ترتيب تي جمع ڪيو آهي.

(11) **سنن الدارقطني**: هن محدث جي ولادت سن 306هہ ۾ ۽ وفات 385هہ ۾ ٿي هئي. هي ڪتاب فقهي بابن تي مشتمل آهي جنهن ۾ هر حديث جون سندون نهايت تفصيل سان بيان ڪيل آهن.

**سوال**: حديث جي موضوع تي لکيل ڪتاب مختلف نالن ۽ قسمن سان سڏيل آهن: (1) الجوامع (2) السنن (3) المسانيد (4) المعاجم (5)المستدرڪ (6) المستخرج (7) الجزء (8) المشيخة (9) الافرادو الغرائب (10) التجريد (11) التخريج (12) ڪتب الجمع (13) الفهارس

(14) الاطراف (15)الاربعينات (16) الموضوعات (17) كتب الاحاديث المشتهرة (18)غريب الحديث (19) مشكل الحديث (20) اسباب الحديث (21) الترتيب (22) الزوائد (23) العلل (24) الامالي (25) التراجم (26) الثلاثيات (27)الوحدان (28) شروح الحديث (29) الاذكار (30) الترغيب والترهيب (31) كتب المصاحف (32) المسلسلات. انهن جي وضاحت ڪندا.

**جواب**: حديث جو علم انتهائي مخدوم علم آهي ۽ هن ۾ مختلف حيثيتن سان ڪتاب لکيا ويا آهن ان جي ڪري حديث جي ڪتابن جا پنهنجي موضوع ۽ ترتيب جي لحاظ سان گهڻا قسم آهن. جن مان هر هڪ قسم جو هڪ خاص اصطلاحي نالو آهي. حديث مبارڪ سان محبت رکندڙ کي حديث جي ڪتابن ڏانهن مراجعت ۽ مطالعہ لاءِ انهن قسمن کي بہ تفصيل سان سمجهڻ گهرجي.

(1) **الجوامع**: هي جامع جو جمع آهي جامع ان ڪتاب کي سڏيو ويندو آهي جنهن ۾ اٺن مضمونن تي مشتمل حديثون گڏ ڪيون ويون هجن انهن مضمونن کي هڪ مضمون ۾ جمع ڪري بيان ڪيو ويو آهي.

سِير، آداب، تفسير، عقائد، فتن، اشراط احڪام، مناقب۔سير، سيرت جو جمع آهي يعني اهي مضمون جيڪي حضرت نبي ڪريم ﷺ جي پاڪ زندگي جي واقعات تي مشتمل هجن. ”آداب“ ادب جو جمع آهي هن مان مراد معاشرت (زندگي گذارڻ) جا آداب آهن مثال طور کائڻ، پيئڻ وغيره جا آداب. ”تفسير“ يعني اهي حديثون جن ۾ قرآن ڪريم جي آيتن جي سمجهاڻي ڏنل هجي. ”عقائد“ اهي حديثون يا مضمون جن جو تعلق عقيدن سان هجي. ”فتن“ فتني جو جمع آهي اهي وڏا وڏا واقعا جن جي پيشن گوئي سيدنا رسول پاڪ ﷺ جن فرمائي. ”اشراط“ قيامت جون نشانيون. ”احڪام“ اهي عملي احڪام جن تي فقہ مشتمل آهي انهن کي ”السنن“ بہ چيو ويندو

آهي. "مناقب" منقبت جو جمع آهي يعني صحابہ ۽ صحابيات ۽ مختلف قبائل ۽ طبقات جا فضائل. الغرض تہ جنهن ڪتاب ۾ اهي اٺ مضمون هجن ان کي جامع سڏيو ويندو آهي. سڀ کان پهريون جامع "جامع معمر بن راشد" آهي جيڪو امام زهري رحمہ اللہ جي مشهور ۽ معروف شاگرد معمر جي تاليف آهي ۽ پهرئين صدي هجري ۾ مرتب ٿيل هو پر افسوس تہ هاڻي ناياب ٿي ويو آهي ٻيو "جامع" حضرت سفيان ثوري رحمہ اللہ جو جامع آهي هن کان امام شافعي بہ استفادو ڪيو آهي. هي ڪتاب بہ ناياب آهي. ٽيون "جامع عبدالرزاق" آهي جيڪو محدث عبدالرزاق بن همام صنعاني رحمہ اللہ جي تاليف آهي ۽ هي ٻيءَ صدي هجري ۾ معروف ٿي چڪو هو. هي "مصنَّفُ عبدالرزاق" جي نالي سان مشهور آهي ۽ هاڻي شايع ٿي چڪو آهي. چوٿون "جامع دارمي" هي بہ مشهور جوامع مان آهي. (لامع الدراري ج 1 ص 44) پر سڀني کان وڌيڪ مقبوليت امام بخاري جي جامع کي ملي آهي ۽ ان کان پوءِ "جامع ترمذي"آهي حديث جي مشهور ڪتابن "صحاح ستہ" ۾ بخاري ۽ ترمذي جي جامع هجڻ تي اتفاق آهي البت صحيح مسلم جي جامع هجڻ جي باري ۾ اختلاف آهي. بعض علماءِ ان کي جامع چون ٿا ڇو تہ ان ۾ اٺ ئي مضمون موجود آهن پر بعض علماء ان جي جامع هجڻ جو ان بناءِ تي انڪار ڪيو آهي تہ ان ۾ ڪتاب التفسير نهايت مختصر آهي پر صحيح قول هي آهي تہ صحيح مسلم جامع آهي ڇو تہ جامع هجڻ جي لاءِ ڪنهن مضمون جو مفصل هجڻ ضروري ناهي. ان جو وجود ئي ڪافي آهي ۽ صحيح مسلم جي ڪتاب التفسير ۾ جيتوڻيڪ حديثون گهٽ آهن پر ڪتاب التفسير آهي تہ صحيح۔تفسير جون گهڻيون حديثون امام مسلم ٻين بابن ۾ نقل ڪيون آهن ان جي ڪري علامہ مجد الدين فيروزآبادي، القاموس جي صاحب ان کي جامع قرار ڏنو آهي ۽ "ڪشف الظنون" ڪتاب جي مصنف بہ صحيح مسلم کي جوامع ۾

شمار ڪيو آهي.

(2) **السنن**: هي ان ڪتاب جو لقب آهي جنهن ۾ حديثن کي فقهي بابن تي ترتيب ڏئي لکيو ويو هجي هن قسم کي ابتداء ۾ بلڪل "ابواب" سڏيندا هئا بعد ۾ ان جو نالو تبديل تي "مصنَّف" تيو ۽ آخر ۾ ان کي "السنن" سڏيو ويو آهي. هن قسم جو سڀ کان پهريان ڪتاب امام ابو حنيفہ جي استاد عامر بن شراحيل الشعبي لکيو جيڪو "ابواب الشعبي" جي نالي سان مشهور ٿيو. صحاح ستہ مان نسائي، ابو داؤد، ترمذي ۽ ابن ماجہ سنن آهن. "سنن اربعہ" جو لفظ ڳالهائي اهيئي چار ڪتاب مراد ورتا ويندا آهن ۽ انهن چئن کان سواءِ سنن بيهقي، سنن دارمي، سنن دار قطني ۽ سنن سعيد بن منصور بہ ان قسم جا ڪتاب آهن ۽ انهن کان علاوه سنن ابن جريج ۽ سنن وڪيع بن الجراح بہ هن قسم جا قديم ڪتاب آهن. مصنَّفُ عبدالرزاق، مصنَّفُ ابن ابي شيبه وغيره بہ ان قسم جا قديم ڪتاب آهن ۽ بعض حضرات مڪحول جي ڪتاب السنن کي بہ ان ۾ شمار ڪيو آهي.

(3) **المسانيد**: مسند جو جمع آهي ۽ مسند حديث جي ان ڪتاب کي سڏيندا آهن جنهن ۾ حديثن کي صحابہ ڪرامؓ جي ترتيب سان جمع ڪيو وڃي، يعني هڪ صحابي جون سموريون روايت ڪيل حديثون هڪ ئي پيري هڪ جاءِ تي ترتيب سان ذڪر ڪيون وڃن ڀلي اهي ڪنهن باب سان متعلق هجن. وري ٻئي صحابي جون روايت ڪيل حديثون بہ ان نموني سان ۽ ڪڏهن انهن ۾ حروف تهجي جو لحاظ رکي ترتيب ڏني ويندي آهي بعض وقتن ۾ اسلام جو اڳي داخل ٿيڻ جو اعتبار ڪري هڪ صحابي جي روايت کي اڳي آندو ويندو آهي ۽ بعض اوقات ۾ فضيلت جو اعتبار ڪيو ويندو آهي ۽ مهاجرين ۽ انصار جي طبقات جي لحاظ سان بہ مسندن کي ترتيب ڏني ويندي آهي. سڀ کان پهريان

مسند نعيم بن حماد لکيو ويو ان کان پوءِ تمام گھڻا مسند لکيا ويا ايتري قدر جو ان وقت ۾ هي مشهور ٿي ويو هو تہ کو وڏو محدث اهڙو نہ هو جنهن مسند نہ لکيو هجي. امام بخاري جا کيترا استاد "مسانيد" جا صاحب هئا ۽ عثمان بن ابي شيبہ، اسحاق بن راهويہ ۽ ابوبکر بن ابي شيبہ بہ مسند لکيا هئا ۽ مسندن مان مسند اسد بن موسیٰ، مسند عبد بن حميد، مسند البزار ۽ مسند ابي يعلیٰ معروف آهن ۽ هن وقت تي مسند ڇپيل ملن ٿا ۽ مشهور آهن: (1) **مسند ابي داؤد الطيالسي** جيکو "دائرة المعارف" حيدرآباد دکن کان شايع ٿيو آهي (2) "**مسند حميدي** هي مجلس علمي شايع کيو آهي هن جو مصنف محدث بخاري جو استاد آهي (3) **مسند امام احمد بن حنبل**، جيکو نهايت جامع ۽ سڀ کان زياده ۽ سڀ کان زياده مشهور ۽ متداول آهي. علامہ ابن الساعاتي ان جي بابن کي ترتيب سان شايع کيو جيکو "الفتح الرباني في ترتيب مسند الامام احمد بن حنبل الشيباني" جي نالي سان مشهور آهي.

(4) "**المعجم**": عام طور مشهور آهي تہ "معجم" ان کتاب کي چوندا آهن، جنهن ۾ کنهن محدث پنهنجي استادن ۽ شيوخ جي ترتيب سان حديثون جمع کيون هجن يعني هڪ استاد جون روايت کيل حديثون هڪ جاءِ تي ٻئي استاد جون روايت کيل حديثون ٻيءَ جاءِ تي ائين هلندو رهي بعض علماء هن ڳالهہ کي رد کندي چيو تہ معجم اهو آهي جنهن ۾ حروف تهجي جي ترتيب سان حديثون جمع کيون وڃن. خواهہ اها ترتيب صحابہ کرام ۾ هجي يا استادن ۾ هن قسم جا بہ متعدد کتاب مشهور آهن. مثال طور معجم اسماعيلي، معجم ابن الغوطي. پر سيني کان مشهور امام طبراني جا معاجم آهن. ان ٽي معجم لکيا هئا: 1. المعجم الکبير جنهن ۾ صحابہ کرام جي ترتيب سان حديثون لکيل آهن 2. المعجم الاوسط: هن ۾ استادن جي ترتيب سان حديثون لکيل

آهن. 3.المعجم الصغير: هن ۾ طبراني بزرگ پنهنجي استادن مان هر هڪ جي هڪ هڪ حديث آندي آهي (كمامر).

(5) **المستدرڪ**: المستدرک ان کي چوندا آهن جنهن ۾ ڪنهن ڪتاب مان رهيل حديثون گڏ ڪيون ويون هجن. ۽ اهي مذڪور ڪتاب جي مصنف جي شرط جي مطابق هجن. امام بخاري ۽ امام مسلم جي نہ ذڪر ڪيل حديثن تي متعدد علماء مستدرک لکيا آهن جن۾ "ڪتاب المستدرڪات للدارقطني ۽ المستدرک على الصحيحين "للحافظ ابي ذر عبده" مشهور آهن. (الرسالة المستطرفة ص 22)

پر مشهور ڪتاب محدث ابو عبدالله حاڪم نيشاپوري جو آهي. "المستدرڪ على الصحيحين" جيڪو سڀ کان وڏيڪ هلندڙ آهي هن ڪتاب ۾ ان اهي حديثون آنديون آهن جيڪي صحيح بخاري ۽ صحيح مسلم ۾ ناهن ان جي خيال ۾ اهي بخاري ۽ مسلم جي شرطن تي پوريون لهن ٿيون پر محققن جي قول مطابق محدث حاڪم کان تساهل گهڻو ٿيو آهي ان جي ڪري حافظ ذهبيرحمه الله ان جي تلخيص ڪري امام حاڪم جي غلطين تي روشني وڌي آهي ۽ ڪنهن حديث جي تصديق ان تي منحصر آهي.

(6) **المستخرج**: هي ان ڪتاب کي چوندا آهن جنهن ۾ ڪنهن ٻئي ڪتاب جي حديثن کي پنهنجي اهڙي سند سان بيان ڪيو وڃي جنهن سان ان ڪتاب جي مصنف جو واسطو نہ هجي جيئن "مستخرج ابي عوانة على صحيح مسلم" آهي جنهن ۾ ان صحيح مسلم جون روايتون اهڙي سند سان آنديون آهن جن سان مصنف جو واسطو ناهي. اهڙي طرح "مستخرج ابي نعيم على صحيح مسلم".

(7) **الجزء**: الجزء ان ڪتاب کي چوندا آهن جنهن ۾ ڪنهن هڪ جزوي مسئلہ جي متعلق سموريون حديثون هڪ جاءِ ڪيون ويون هجن.

جيئن "جزء رفع اليدين للبخاري" ۽ "جزء الجهر بہ بسم الله للخطيب البغدادي" بعض حضرات حديث جي ڪتابن جو هڪ ٻيو قسم "الرسالة" بہ بيان ڪيو آهي ۽ ان جي تعريف هي ڪئي اٿن تہ اهو حديث جو ڪتاب جنهن ۾ صرف ڪنهن هڪ شيخ الحديث جون حديثون جمع ڪيل آهن. پر صحيح ڳالھ هي آهي تہ اهو ڪو جدا مستقل قسم ناهي اهو "الجزء" جو مترادف آهي.

(8) **المشيخة**: المشيخة ان ڪتاب کي چوندا آهن جنهن ۾ ڪنهن هڪ يا ٻن ٽن حديثن جي شيوخ جون روايت ڪيل حديثون جمع ڪيون ويون هجن. جيئن "مشيخة ابن البخاري وعليها ذيل للحافظ المزي" ۽ "مشيخة ابن شاذان الكبرىٰ" ۽ مشيخة ابن القاري وغيره. (لامع الدراري ص 150, 151).

(9) **الافراد والغرائب**: ان حديث جي ڪتاب کي چوندا آهن جنهن ۾ ڪنهن هڪ شخص جي تفردات کي جمع ڪيو ويو هجي. جيئن "ڪتاب الافراد للدارقطني".

(10) **التجريد**: ڪنهن حديث جي ڪتاب جون سندون ۽ ان ۾ ورائي ورائي آندل روايتن کي حذف ڪري صرف صحابي جو نالو ۽ حديث جو متن بيان ڪيو وڃي. ان کي "التجريد" سڏيندا آهن. جيئن: "تجريد البخاري للزبيدي"، "تجريد المسلم للقرطبي" ۽ "تجريد الصحيحين" وغيره.

(11) "**التخريج**" اهو ڪتاب آهي جنهن ۾ ڪنهن ٻئي ڪتاب جي متعلق يا "بي حوالہ" حديثن جي سند ۽ ان جو حوالو بيان ڪيو وڃي. مثال طور فقہ حنفي جي ڪتاب "هدايه" ۾ سموريون حديثون حوالن کي تحقيق ڪري ثابت ڪرڻ جي لاءِ جيڪي ڪتاب لکيا ويا آهن انهن کي "تخريج" سڏيو ويو آهي. مثال طور: "نصب الراية في تخريج

احاديث الهداية للديلمي“ ۾ ”حافظ ابن حجر رحمة الله عليه جو ڪتاب ”الدراية في تخريج احاديث الهداية“ ۾ ان جو ئي ”التلخيص الجبير في تخريج احاديث الرافعي الكبير“ جي نالي سان هڪ مفصل ڪتاب آهي جنهن ۾ ان شافعي فقہ جي مشهور متن ”الرافعي“ ۾ آندل حديثن جي تخريج ڪئي آهي ۽ ابن حجر رحمة الله عليه جو هي ڪتاب احڪام جي متعلق حديثن جو جامع ترين ذخيرو سمجهيو ويندو آهي. اهڙي طرح ان جو ڪتاب آهي ”الكاف الشاف في تخريج احاديث الكشاف“ امام حافظ زين العابدين العراقي ”تخريج احاديث احياء العلوم الدين“ هڪ وڏو مفيد ڪتاب لکيو آهي جنهن ۾ ان احياءُ العلوم امام غزالي رحمة الله عليه جي ڪتاب ۾ آندل حديثن جي تخريج ڪئي آهي.

(12) ”**كُتُب الجمع**“ انهن ڪتابن کي چئبو آهي جن ۾ هڪ کان وڌيڪ حديث جي ڪتابن جون روايت ڪيل حديثون ورائي ورائي آندل حذف ڪري جمع ڪيون وينديون آهن. هن قسم جو پهريون ڪتاب امام حميدي جو ”الجامع بين الصحيحين“ آهي ان کان پوءِ حافظ زرين بن معاويه ”تجريد الصحاح السته“ لکيو جنهن ۾ صحاح ستہ جون سموريون حديثون جمع ڪيون ويون آهن البت ان وٽ ”ابن ماجہ“ جي بجاءِ ”موطا امام مالڪ“ صحاح ستہ ۾ شامل آهي تنهنڪري ان پنهنجي ڪتاب ۾ ابن ماجہ جي بجاءِ ”موطا امام مالڪ“ جون روايت ڪيل حديثون آنديون آهن. ان کان پوءِ حافظ ابن اثير جزري، ”جامع الاصول“ نالي سان هڪ ڪتاب لکيو جنهن ۾ صحاح ستہ جون روايت ڪيل حديثون جمع ڪيون اٿس. پر ان جي اصطلاح ۾ ”موطا امام مالڪ“ صحاح ستہ ۾ شامل آهي. ابن ماجہ صحاح ستہ ۾ شامل ناهي. انهن کان پوءِ علامہ نور الدين هيتمي ”مجمع الزوائد و منبع الفوائد“ نالي هڪ وڏو ڪتاب لکيو ۽ ان ۾ ”مسند امام احمد“ ”مسند بزار“، ”مسند

ابي يعلى“ ۽ امام طبراني جي روايت ڪيل، انهن زياده حديثن کي گڏ ڪيو اٿس جيڪي ”صحاح ست“ ۾ ناهن پر علامه هيتمي مڪي وٽ ابن ماجه صحاح سته ۾ شامل آهي. ”موطا امام مالڪ“ ناهي. ان کان پوءِ علامه محمد بن محمد بن سليمان ”جمع الفوائد“ نالي سان ڪتاب لکيو جنهن ۾ هڪ طرف ”جامع الاصول“ ۽ ”مجمع الزوائد“ جون سموريون حديثون سَنَدُن جي حذف ڪرڻ سان جمع ڪيون اٿس ته ٻئي طرف ابن ماجه جون حديثون به آنديون اٿس جيڪي جامع الاصول ۽ مجمع الزوائد جي مصنفن بزرگن کان رهجي ويون هيون بلڪ ان کان سواءِ ”سنن دارمي“ ۾ روايت ڪيل حديثون به جمع ڪيون اٿس. اهڙي طرح هي ڪتاب حديث جي چوڏهن ڪتابن جو مجموعه بنجي ويو. ان ڳالهه ۾ ڪو شڪ ناهي ته ان ۾ ڪيتريون حديثون رهجي ويون آهن. ان جي ڪري ائين نه سمجهڻ گهرجي ته جيڪا حديث ان ۾ نه آهي سا ٻين ڪتابن ۾ به ناهي. ذهن نشين ڪرڻ گهرجي ته مذڪور سڀ ڪتاب ابواب جي ترتيب سان لکيل آهن ۽ بعض حضرات حديثن کي حروف تهجي جي ترتيب سان لکيو آهي ان قسم جو پهريون ڪتاب ”فردوس الديلمي“ آهي ان کان بعد علامه جلال الدين سيوطي رحمة الله عليه **”جمع الجوامع“** نالي هڪ ڪتاب لکيو آهي جنهن ۾ ان سيني حديثن جي ذخيره کي گڏ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي هن ۾ ان قولي حديثن کي حروفِ تهجي جي ترتيب سان جمع ڪيو آهي ۽ فعلي حديثن کي صحابه ڪرام جي ترتيب سان آندو آهي. وري پاڻ ئي ان جي تلخيص ڪري ان جو نالو ”الجامع الصغير في احاديث البشير النذير“ (ﷺ) رکيو هيائين. هن ڪتاب ۾ ان سيني موجود حديث جي ڪتابن مان قولي حديثن کي حروفِ تهجي جي ترتيب سان جمع ڪيو اٿس. ”الجامع الصغير“ ۾ هر حديث سان گڏ ان جي حوالي کان سواءِ ان

جي اسنادي حيثيت بہ اهڙي طرح متعين ڪئي وئي آهي جو صحيح حديث جي لاءِ "ص" ضعيف جي لاءِ "ض" ۽ حسن جي لاءِ "ح" لکيو ويو آهي پر علامہ عبدالحي اللکنوي رحمة الله عليه لکيو آهي تہ اهي نشانيون علامہ سيوطي رحمة الله عليه نہ لکيون آهن بعد ۾ ڪنهن لکيون آهن. (الاجوبة الفاضلة ص 127) الجامع الصغير جا متعدد شرح بہ لکيا ويا آهن جن مان علامہ مناوي رحمة الله عليه جو "فيض القدير" ۽ علامہ عزيزي جو "السراج المنير" مشهور معروف شرح آهن. علامہ مناوي رحمة الله عليه تصحيح حديث جي معاملي ۾ زياده احتياط ڪندڙ آهي ۽ علامہ عزيزي رحمة الله عليه ايترو محتاط ناهي. هن سلسلي ۾ سڀ کان وڌيڪ قابلِ قدر ۽ جامع ڪم "علامہ علي المتقي" ڪيو جنهن ڪتاب "ڪنزالعمال في سنن الاقوال والافعال" لکيو آهي جنهن کي شڪ ۽ شبهي کان سواءِ نبوي احاديث جو جامع ترين ڪتاب چيو وڃي. ان پنهنجي ڪتاب کي علامہ سيوطي رحمة الله عليه جي ڪتاب "جمع الجوامع" تي مبني ڪيو آهي يعني ان سڀ کان پهريان هر باب جون اهي قولي حديثون جمع ڪيون آهن جيڪي "جمع الجوامع" ۾ موجود آهن. ان کان پوءِ اهي قولي حديثون آنديون آهن جيڪي علامہ سيوطي رحمة الله عليه کان رهجي ويون آهن ۽ ان جو نالو "الاکمال في سنن الاقوال" رکيو. ان کان پوءِ ان "جمع الجوامع" ۾ آندل فعلي حديثون جيڪي صحابہ ڪرام[عليهم رضوان] جي ترتيب سان مرتب ڪيل آهن آنديون آهن ۽ ان جو نالو "ڪنزالعمال" رکيو آهي. هن ۾ هر حديث سان گڏ ان جي ماخذ جو حوالو رموز ۾ ڏنل آهي جيئن بخاري جي لاءِ "خ" ۽ مستدرک حاڪم جي لاءِ "ڪ"وغيره. علامہ علي المتقي رحمة الله عليه پنهنجي هن ڪتاب ۾ تقريبن حديث جي ٽيهن ڪتابن مان حديثون جمع ڪيون آهن ان طرح هي ڪتاب ڪنهن حديث جي تحقيق لاءِ بي مثال رهنما جي حيثيت رکي ٿو.

(13) "**الفهارس**": اهي حديث جا ڪتاب جن ۾ هڪ کان وڌيڪ

حديثن جي فهرست جمع ڪيل هوندي آهي تانت حديثن جي ڳولڻ ۾ آساني ٿئي. مثال طور: علامہ زاهد الکوثري جي هڪ شاگرد "فهارس البخاري" جي نالي سان هڪ وڏو مفيد ڪتاب لکيو آهي جنهن جي ذريعي بخاري مان حديث ڪڍڻ آسان ٿي وئي آهي ان سلسلي جو هڪ جامع ۽ مفيد ڪم الله عزوجل مستشرقين کان ورتو آهي. ڊاڪٽر "وينسنڪ" جي سربراهي ۾ ستن ٿلهن جلدن ۾ هڪ مفصل ڪتاب ترتيب ڏنو ويو آهي جنهن جو نالو "المعجم المفهرس للاحاديث النبوية" آهي جنهن ۾ ان صحاح ستہ موطا امام مالڪ، سنن دارمي ۽ مسند احمد ۾ آيل احاديث جي فهرست مرتب ڪئي آهي ۽ ان جو طريقو هي آهي تہ "حروف تهجي" جي لحاظ سان انهن هر لفظ جي هيٺان بيان ڪيو آهي تہ هي لفظ ڪهڙي ڪهڙي حديث ۾ آيو آهي ۽ اها حديث ڪٿي بيان ڪيل آهي وري ان ڪتاب جي تلخيص "وينسنگ" پاڻ ڪئي ان ڪري ان جو نالو "مفتاح كنوز السنة" رکيو آهي جيڪو مختصر هجڻ جي لحاظ سان انتهائي مفيد آهي ۽ هر طالب العلم جي لاءِ نهايت ضروري آهي.

(14) **الاطراف**: اهي حديث جا ڪتاب جن ۾ صرف پهريون پويون حرف ذڪر ڪيو ويو آهي جن سان پوري حديث سڃاتي ويندي آهي ۽ آخر ۾ ان حديث جو حوالو ذڪر ڪيل هوندو آهي تہ فلاڻي، فلاڻي حديث جي ڪتاب مان هي حديثون ورتل آهن ان جو فائدو هي هوندو آهي تہ گهڻو وقت ڪنهن شخص کي حديث جا پهريان ۽ پويان الفاظ تہ ياد هوندا آهن پر نہ پوري حديث ذهن ۾ هوندي آهي ۽ نہ ان جي اسناد جي حيثيت جو علم ہوندو آهي اهڙي موقعي تي "اطراف" جا ڪتاب بيحد مفيد هوندا آهن. هن موضوع تي سڀ کان پهريان حافظ ابن عساڪر دمشقي ٻن جلدن تي مشتمل ڪتاب لکيو ۽ ان جو نالو "الاشراف في معرفة الاطراف" آهي جنهن ۾ ان ابو داؤد ابن عساڪر

۾ ترمذي جا اطراف ذڪر ڪيا آهن ڪتاب کي ان حروفِ معجم تي ترتيب ڏنو آهي پر هي ڪتاب ناياب آهي ان کان پوءِ حافظ عبدالغني المقدسي "اطراف الڪتب الستة" لکيو. اڄ ڪلهه ان قسم جو سڀ کان متداول ڪتاب حافظ مُزي جو آهي "تحفة الاشراف في معرفة الاطراف" الفهارس جي ذيل جو بيان ڪيل "المعجم المفهرس للاحاديث النبوية" ۾ ان جي تخليص "مفتاح ڪنوز السنة" به ان قسم جي هيٺان تا اچن. مخدوم محمد هاشم ٺٽوي عليه الرحمة جو ڪتاب "حيواة القاري باطراف البخاري" به آهي.

(15) **الاربعينات**: هي الاربعين جو جمع آهي (چاليهه حديثون يعني جنهن ۾ چاليهه حديثون ڪنهن هڪ باب ۾ موضوع جون يا مختلف ابواب جون جمع ڪيل هجن. هن باب ۾ ڪيترن محدثن ڪتاب لکيا آهن ۾ سندن مقصد محدث بيقهي رحمة الله عليه جي ان روايت ڪيل حديث تي عمل ڪرڻ آهي جيڪا ان شعب الايمان ۾ آندي آهي ته "سُئِلَ رَسُوْلُ اللهِ ﷺ مَا حَدُّ الْعِلْمِ الَّذِیْ اذاَ بَلَغَهُ الرَّجُلُ کَانَ فَقِيْهًا؛ فَقَالَ رَسُوْلُ اللهِ ﷺ مَنْ حَفِظَ عَلٰی اُمَّتِیْ اَرْبَعِيْنَ حَدِيْثًا فِیْ اَمْرِ دِيْنِهَا بَعْثَهُ اللهُ فَقِيْهًا وَ کُنْتُ لَهُ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ شَافِعًا وَّ شَهِيْدًا" (مشڪواة المصابيح ڪتاب العلم فصل ثالث ص 36 جلد ثالث)

(حضور ڪريم ﷺ جن کان عرض ڪري پڇيو ويو ته علم جي حد ڪهڙي آهي جو ان کي ڪو شخص پهچي ته فقيه ٿي وڃي ته رسول الله ﷺ فرمايو "جنهن منهنجي امتي سندس ديني امر ۾ چاليهه حديثون ياد ڪيون الله عزوجل ان کي قيامت جي ڏينهن فقيه ڪري اٿاريندو ۽ مان ان جي لاءِ قيامت جي ڏينهن شفاعت ڪندڙ ۽ شاهد هوندس". هيءَ روايت ماڻهن ۾ مشهور ٿي وئي آهي، امام نووي رحمة الله عليه پنهنجي ڪتاب "الاربعين" جي شروع ۾ هن مذڪور حديث جي باري ۾ لکيو

آهي تہ "اتفق الحفاظ على انه حديث ضعيف وان كثرت طرقه" حديث جي حافظن جو هن تي اتفاق آهي تہ هن حديث جي روايت جا طريقا جيتوڻيڪ گهڻا آهن پر ان هوندي بہ ضعيف آهي پر هيءَ روايت گهڻن طريقن هجڻ جي ڪري حَسَنُ لِغَيرِهٖ آهي ان بناء تي امت جي گهڻن عالمن ۽ محدثن هن تي عمل ڪيو آهي ۽ "الاربعين" نالي سان ڪتاب لکيا آهن ان سلسلي ۾ پهريون "الاربعين" نالي ڪتاب عبدالله بن المبارڪ لکيو ان کان پوءِ محمد بن طوسي انهن کان پوءِ بيشمار اهل علم مختلف موضوعن تي "الاربعين" نالي سان ڪتاب لکيا آهن مثال طور امام دار قطني، حاڪم، ابو نعيم ابو عبدالرحمان سلمي ۽ ابوبڪر بيهقي وغيره.

(16) "**الموضوعات**": يعني اهي ڪتاب جن ۾ موضوع روايتون گڏ ڪيون ويون آهن يا موضوع جي تهمت لڳايل حديثن تي تحقيق ڪيو ويو آهي شروع ۾ "موضوعات" ڪتاب اهڙي انداز ۾ لکيا ويندا هئا. جو ضعيف روايتن جو تذڪرو ڪيو ويندو هو ۽ انهن کان جيڪي موضوع يا ضعيف حديثون روايت ڪيل هونديون آهن انهن جو بہ ذڪر ڪيو ويندو آهي. حافظ ابن عدي "الڪامل" ۾ العقيلي "الضعفاء" ۾ ۽ جوزقاني "الاباطيل" ۾ اهو انداز رکيو آهي بعد ۾ موضوعات جو طريقو هي رکيو ويو جو موضوع يا وضع سان تهمت هنيل حديث بابن جي ترتيب سان تهجي جي حروف سان ذڪر ڪري ٻڌايو ويو آهي تہ هن ڪي ڪنهن روايت ڪيو آهي ۽ ان ۾ سند جي لحاظ سان ڪهڙو نقص آهي هن موضوع تي سڀ کان پهريان علامہ ابن الجوزي رحمة الله عليه قلم کنيو ان جا بہ ڪتاب آهن هڪ "العلل المتناهية في الاخبار الواهية" ٻيو "الموضاعات الڪبرىٰ" هي ٻيو ڪتاب عام ملندو آهي پر اهلِ علم جو هن تي اتفاق آهي تہ علامہ ابن الجوزي رحمة الله عليه حديثن کي

موضوع چوڻ ۾ متشدد آهي ۽ ان ڪيترن صحيح حديثن کي موضوع قرار ڏنو آهي ان جي ڪري بعد واري محقق عالمن ان جي ڪتاب تي تنقيد ڪئي آهي. جيئن علامہ ابن حجر مڪي رحمۃ اللہ علیہ پنهنجي ڪتاب "القول المسدد في الذب عن مسند احمد" ۾ ان جي گهڻي ترديد ڪئي آهي. هن ڪتاب ۾ حافظ ابن حجر مڪي مسند امام احمد جي انهن حديثن جي تحقيق ڪئي آهي جن کي ابن الجوزي موضوع هجڻ جو حڪم لڳايو آهي انهن مان هڪ حديث مسلم شريف ۾ موجود آهي ۽ هڪ حديث بخاري شريف جي احمد شاڪر واري نسخي ۾ به آهي ۽ ڪيتريون اهي روايتون بہ شامل آهن جن کي امام بخاري تعليقًا آندو آهي ۽ علامہ سيوطي رحمۃ اللہ علیہ بہ ابن الجوزي جي موضوع چيل حديثن تي هڪ تفصيلي تنقيد لکي آهي جنهن جو نالو "النكت البديعات على الموضوعات" رکيو آهي بعد ۾ ان جي تلخيص ڪري ڪن ڳالهين جو ان ۾ اضافو ڪري ان جو نالو "اللآلى المصونة في الاحاديث الموضوعة" رکيو ۽ اهو ڪيترا دفعا شايع ٿي چڪو آهي. علامہ سيوطي رحمۃ اللہ علیہ جي لاءِ بہ محققن چيو آهي تہ حديث جي تحقيق ۾ متساهل هو ان جي ڪري بعض ضعيف يا منڪر حديثن کي بہ صحيح چوندو آهي. علامہ ابن الجوزي رحمۃ اللہ علیہ کان پوءِ حافظ صنعاني رحمۃ اللہ علیہ جي لکيل "موضاعات" بہ گهڻو مقبول ٿي. علامہ ابن الجوزي رحمۃ اللہ علیہ ۽ علامہ سيوطي رحمۃ اللہ علیہ کان پوءِ گهڻن ئي بزرگن "موضاعات" تي ڪتاب لکيا آهن جن ۾ علامہ علي القاري رحمۃ اللہ علیہ جو "الموضوعات الكبير" نهايت مقبول ۽ معروف آهي آخري دور ۾ قاضي شوڪاني جو ڪتاب "الفوائد المجموعه في الاحاديث الموضوعة" ۽ علامہ طاهر پٽني جو "تذكرة الموضوعات" مختصر مگر مفيد ڪتاب آهي. هن قسم جو جامع ترين

ڪم علامہ ابن عراقي رحمۃ اللہ علیہ ڪيو آهي ان پنهنجي ڪتاب ”تنزيه الشريعة المرفوعة عن الاحاديث الشنيعة الموضوعة“ ۾ ابن جوزي، جوزقاني، عقيلي، ابن عدي، حافظ ابن حجر، علامہ سيوطي ۽ علامہ علي القاري جي سيني ڪتابن کي جمع ڪيو آهي ۽ هر حديث جي خوب تحقيق ڪئي آهي. اهڙي طرح ان جو ڪتاب جامع ترين ڪتاب آهي ۽ گهڻي تحقيق وارو بہ ۽ گهڻا وقت اڳ ۾ لکيل سيني ڪتابن کان مستغني ڪري ڇڏيندو آهي ۽ هن ڪتاب ۾ علامہ ابن عراقي ابن جوزي، جوزقاني ۽ سيوطي جي بيان ڪيل حديثن مان صرف انهن حديثن جو ذڪر ڪيل آهي جيڪي في الواقع موضوع آهن.

(17) **كُتُبُ الاحاديث المشتهرة**: (مشهور حديثن جا ڪتاب) مطلب تہ اهي ڪتاب جن ۾ مشهور حديثن جي تحقيق ڪئي وئي آهي جيڪي عام طور مشهور ۽ عوام جي زبان تي هونديون آهن پر انهن جي سندَ جو علم عام طور نہ هوندو آهي. هن موضوع تي سڀ کان پهريان علامہ زرڪشي، ”التذكره في الاحاديث المشتهرة“ جي نالي سان هڪ ڪتاب لکيو ان کان پوءِ حافظ ابن حجر ”اللآلى المنثورة في الاحاديث المشهورة“ لکيو آهي ان کان پوءِ علامہ سيوطي، ”الدرالمنتثره في الاحاديث المشتهره“ لکيو. علامہ ابن درويش جو ڪتاب ”اثناء المطالب في احاديث مختلف المراتب“ بہ پنهنجي اختصار جي باوجود ڪافي مشهور آهي پر ان قسم جي ڪتابن ۾ سيني کان زياده مشهور ۽ متداول ڪتاب حافظ شمس الدين سخاوي رحمۃ اللہ علیہ جو ”المقاصد الحسنة في الاحاديث المشتهرة على الالسنة“ آهي جنهن کي ان حروفِ تهجي جي ترتيب تي مرتب ڪيو آهي ۽ هر حديث جي خوب تحقيق ڪئي آهي.

(18) **غريب الحديث**: يعني اهي ڪتاب جن ۾ حديثن ۾ وارد ٿيڻ

وارن ڪلمن جي لغوي ۽ اصطلاحي تحقيق ۽ تشريح ڪيل هوندي آهي. هن موضوع تي سڀ کان پهريون ڪتاب محدث نضر بن شميل ۽ ابو عبيده معمر بن المثنیٰ جو آهي بعد ۾ علامہ اصمعي ۽ علامہ ابن قتيبة الدينوري هن موضوع تي قلم کنيو ان کان پوءِ علامہ خطابي انهن سيني کي گڏي ڪتاب لکيو پر ان موضوع تي سڀ کان پهريون جامع ۽ مفصل ڪتاب علامہ ابو عبيد قاسم بن سلام جو "غريب الحديث" آهي ان ۾ حروفِ تهجي تي ترتيب نہ هجڻ جي ڪري الفاظ ڳولڻ ڏکيا لڳندا آهن. ان کان پوءِ علامہ زمخشري "الفائق" نالي ڪتاب لکيو جيڪو حسنِ ترتيب جي لحاظ سان سيني ڪتابن تي فوقيت رکي ٿو. پر هن قسم ۾ سيني کان جامع ڪم علامہ مجد الدين ابن اثير الجزري ڪيو جنهن جو ڪتاب "النهاية في غريب الحديث والاثر" نهايت جامع بہ آهي ۽ مرتب بہ آهي هن کي ان حروف تهجي تي ترتيب ڏئي تيار ڪيو آهي ان جي ڪري هن موضوع تي ان جو فائدو عام آهي ۽ اهو ڪتاب ٻين ڪتابن جي ماخذ آهي. هن موضوع تي ٻيا بہ نهايت گهڻو فائدو ڏيندڙ ڪتاب لکيل آهن جيئن عبدالقادر فارسي جو ڪتاب "مجمع الغرائب" قاسم سر قسطي جو ڪتاب "غريب الحديث" وغيره. آخري دور ۾ علامہ طاهر پٽني "مجمع بحار الانوار في غرائب التنزيل ولطائف الاخبار" تاليف ڪيو جو هن قسم جو مقبول، مستند ۽ متداول ڪتاب آهي ڇو تہ هن ۾ صرف الفاظ جي تشريح ناهي بلڪ هر لفظ جنهن حديث ۾ آيو آهي ان جي حديث جي بہ مختصر ۽ ملخص تشريح ان ۾ موجود آهي ۽ هن بزرگ الفاظ جي تشريح ڪندي لغت جي ڪتابن کان سواءِ حديث جي گهڻن شرحن کي بہ سامهون رکيو آهي.

(19) **مشڪل الحديث**: هن قسم کي "شرح الآثار" ۽ "مختلف الحديث" بہ چوندا آهن ۽ هن مان مراد اهي حديث جا ڪتاب آهن جن

۾ متعارض حديثن جي تطبيق ۽ مشڪل المراد حديثن جي مراد مقرر ڪئي ويندي آهي انهن ۾ خاص ڪا ترتيب ناهي بلڪ مؤلف حديثون ذڪر ڪري انهن جي تشريح ڪندو آهي هن قسم جا بہ مختلف ڪتاب لکيا ويا آهن چيو ويو آهي تہ ان قسم جي تصنيف ۾ سڀ کان پهريون مصنف امام شافعي رحمة الله عليه آهي، جنهن پنهنجي ڪتاب "الام" جي بعض حصن ۾ اهو ڪم ڪيو آهي پر باقاعده طور هن موضوع تي سڀ کان پهريون قلم امام ابن جريح رحمة الله عليه کنيو هو ۽ ابو محمد ابن قتيبہ ۽ امام ابن عبدالبر رحمة الله عليه بہ ڪتاب لکيا آهن پر اهي ڪتاب ناياب آهن موجوده دور ۾ هن موضوع تي بہ ڪتاب معروف ۽ متداول آهن. هڪ امام ابو جعفر طحاوي جو "مشڪل الآثار" چئن جلدن ۾ ٻيو علامہ ابوبڪر بن الفورڪ جو "مشڪل الحديث" هي ٻئي ڪتاب حيدرآباد دکن کان شايع ٿيا آهن.

(20) **اسباب الحديث**: حديث ۾ هن قسم جي اها حيثيت آهي جيڪا تفسير ۾ اسباب النزول جي آهي يعني هن ۾ قولي حديث جي وارد ٿيڻ جا اسباب بيان ڪيل آهن تہ حضور ڪريم ﷺ ڪهڙو ارشاد ڪهڙي حالت ۾ بيان فرمايو. هن قسم تي نهايت گهٽ ڪتاب لکيا ويا آهن هن ۾ سڀ کان پهرين تصنيف امام ابو حفص العقبري جي آهي ان کان پوءِ حامد بن ڪزني ۽ علامہ سيوطي بہ هن قسم تي قلم کنيو آهي. ڪشف الظنون جي صاحب لکيو آهي تہ اسان جي دور ۾ ان قسم جو صرف هڪ ڪتاب باقي رهيو آهي جنهن جو نالو "البيان والتعريف في اسباب الحديث الشريف" آهي ۽ اهو علامہ ابراهيم بن حمزة الحسيني الدمشقي الحنفي جي تاليف آهي جيڪو شايع ٿي چڪو آهي.

(21) **الترتيب**: يعني اهو ڪتاب جنهن ۾ ڪنهن ٻئي نمبر مرتب ڪتاب جون حديثون ڪنهن خاص ترتيب سان جمع ڪيون ويون هجن. مثال طور "ترتيب مسند احمد على الحروف لابن ڪثير" ۽ ترتيب

مسند علی الحروف لابن المجيب" وغيره.

(22) **الزوائد**: جنهن ۾ ڪنهن ٻئي ڪتاب جون صرف اهي حديثون جمع ڪيون وڃن جيڪي صحيحين ۾ نہ هجن. مثال طور: علامہ نور الدين هيتمي رحمة الله عليه جو "موراد الظمآن الی زوائد ابن حبان" جنهن ۾ صحيح ابن حبان جون صرف اهي حديثون جمع ڪيون ويون آهن جيڪي صحيحين ۾ موجود ناهن. اهڙي طرح "زوائد ابن حبان علی الصحيحين" للحافظ مغلطائي" ڪڏهن ڪڏهن زوائد جو لفظ "مستدرک" جو مترادف سمجهيو ويندو آهي. جيئن زوائد مسند احمد لعبدالله بن احمد انهيءَ معنیٰ ۾ آهي.

(23) **العِلل**: يعني حديث جا اهي ڪتاب جن ۾ اهڙيون حديثون ذڪر ڪيون وڃن جن جي سند تي اعتراض هجي جيئن ڪتاب العلل" للبخاري ۽ "ڪتاب العلل" لمسلم ۽ "ڪتاب العلل الصغير والڪبير" للترمذي اهڙي طرح محدث دارقطني ۽ ابن ابي حاتم جا "ڪتاب العلل" بہ مشهور آهن.

(24) **الامالي**: پهرئين زماني ۾ پڙهائي جو هي طريقو هو تہ استاد پنهنجون ياد ڪيل حديثون شاگردن کي املاء ڪندو هو اهڙي طرح شاگرد وٽ جيڪو مجموعہ تيار ٿيندو هو ان کي استاد جي "امالي" چوندا هئا. جيئن حافظ ابن حجر مڪي هيتمي رحمة الله عليه جي امالي مشهور آهي هاڻي جڏهن ڇپائي جو رواج عام ٿي ويو آهي تہ "امالي" جي ضرورت نہ رهي آهي پر حديث جي تشريح ۽ ان سان متعلقات کي جڏهن استاد تقرير ڪندي بيان ڪندو آهي تہ ان کي لکڻ جو دستور اڃان باقي آهي ۽ هن وقت انهن تقريرن کي "امالي" سڏيو ويندو آهي.

(25) **التراجم**: حديث جي انهن ڪتابن کي چوندا آهن جن ۾ هڪ

ئي سندَ جون سڀ حديثون هڪ باب ۾ جمع ڪيون ويندیون آهن مثال طور: ان ۾ باب هن طرح قائم ڪيو ويجي ٿو. "ذكر ماروىٰ مالك عن نافع عن ابن عمر" ۽ ان جي هيٺان اهي سيئي حديثون جمع ڪيون وڃن ٿيون جيڪي ان سندَ سان روايت ڪيل آهن ان قسم ۾ اهي ڪتاب بہ داخل آهن جيڪي "من روىٰ عن ابيه عن جده" چورائيندا آهن.

(26) **الثلاثيات**: يعني حديث جا اهي ڪتاب جن ۾ صرف اهي حديثون ذڪر ڪيل هجن جيڪي مصنف تائين ٽن واسطن سان پهتيون هجن يعني جن جي سند ۾ حضور ڪريم ﷺ تائين ٽي واسطا هجن جيئن "ثلاثيات البخاري"، "ثلاثيات الدارمي" ۽ "ثلاثيات عبد بن حميد" وغيره.

(27) **الوحدان**: يعني انهن راوين جي حديثن جو مجموعو جن کان صرف هڪ هڪ حديث روايت ڪيل آهي.

(28) **شروح الحديث**: يعني اهي ڪتاب جن ۾ حديث جي ڪنهن ڪتاب جو شرح ڪيل هجي. مثال طور فتح الباري، عمدة القاري وغيره.

(29) **الاذكار**: هي حديث جا اهي ڪتاب آهن جن ۾ حضور ڪريم ﷺ جن کان منقول دعائون جمع ڪيل هجن. جيئن امام نووي رحمة الله عليه جو ڪتاب "الاذكار" ۽ علامہ ابن الجزري رحمة الله عليه جو "الحصن الحصين من كلام سيد المرسلين ﷺ" ۽ مون مسڪين محمد ادريس ڏاهري جو ڪتاب "محبوب ﷺ جون محبوب دعائون".

(30) **الترغيب والترهيب**: هي حديث جا اهي ڪتاب آهن جن ۾ صرف رغبت ڏيارڻ ۽ ڊپ ڏيارڻ واريون حديثون جمع ڪيل هونديون آهن هن موضوع تي سڀ کان زياده ڪتاب حافظ منذري جو "الترغيب والترهيب" آهي.

(31) **كُتُب المصاحف**: انهن ڪتابن کي چيو ويندو آهي جنهن ۾

قرآن ڪريم جي جمع ۽ ترتيب قرائتن جي اختلاف ۽ اختلاف جي تاريخ جو بيان هوندو آهي مثال طور ابن عامر جو ڪتاب "ڪتاب المصاحف" ان ڪان سواءِ بہ گهڻن ماڻهن "ڪتاب المصاحف" جي نالي سان ڪتاب لکيا آهن جن ۾ "ڪتاب المصاحف لابن ابي داؤد"، "ڪتاب المصاحف لابن الانباري" زياده مشهور آهن پر هن وقت انهن مان صرف هڪ ڪتاب موجود آهي ۽ اهو آهي "ڪتاب المصاحف لابن ابي داؤد" جيڪو محدث ابو داؤد, السنن جي صاحب, جي فرزند جو لکيل آهي ۽ ڪجهہ وقت پهريان هڪ انگريز مستشرق ان کي شايع ڪيو آهي.

(32) **المسلسلات**: انهن ڪتابن کي چيو ويندو آهي جن ۾ اهڙيون حديثون هونديون آهن جن جي روايت ۾ سمورا راوي ڪنهن هڪ صفت يا خاص لفظ يا خاص فعل تي متفق هوندا آهن. مثال طور ڪنهن حديث جا سڀ راوي فقيہ يا محدث هجن يا ان جي هر راوي حديث جي روايت وقت ڪو خاص ڪم ڪيو هجي. مثال طور هر راوي روايت جي وقت مصافحہ ڪيو هجي وغيره. (كذا فى مختلف كتب الحديث و شروحها)

وهذاما اردت ايراده "فى هذا لكتاب" باذن الله تعالىٰ وعونه فله الحمد وله الشكر علىٰ ذالك وعلى حبيبهٖ وعلىٰ اٰلهٖ واصحابهٖ الصّلوٰة والسّلام الىٰ قيام القيام وانا الملتجى الى الله العزيز الكريم ذى الجلال والاكرام الفقير محمد ادريس الداهرى نسبا الحنفى مذهبا السنى مسلكا النقشبندى الطاهرى البخشى الغفارى والقادرى مشربا

غفر اللہ لی ولوالدی ولاساتذتی ولمشائخی ولجمیع من لہ حق علیّ بوسیلۃ حبیبہٖ و نبیہٖ سیدنا محمد والہٖ وصحبہٖ علیہ وعلیہم التسلیمات والتکریمات الی یوم الدین اٰمین یا رب العٰلمین۔

لیلۃ الاربعاء بوقت عشر الاالربع

بمورخہ 2 جمادی الاولی 1432ھ

5 اپریل الموافق 2011

## مصادر ء مراجع


1. قرآن کریم -- الله عزوجل جو کلام
2. صحيح بخاري شريف ــ محدث محمد بن اسماعيل البخاري
3. صحيح مسلم شريف ــ محدث مسلم بن حجاج القثيري
4. سنن ابو داؤد شريف ــ محدث سليمان بن اشعث
5. ترمذي شريف ــ محدث محمد بن عيسيٰ
6. سنائي شريف ــ محدث احمد بن شعيب
7. المستدرک ــ محدث حاکم نيشاپوري
8. شرح صحيح مسلم ــ محدث نووي
9. تهذيب التهذيب ــ محدث ابن حجر عسقلاني
10. طبقات ــ مصنف: علامہ محمد بن سعدؔ
11. جامع بيان العلم وفضله ــ مصنف: علامہ ابن عبدالبر
12. مقدمه فتح العلهم ــ مصنف: علامہ شبير احمد عثماني
13. ازالة الخفا ــ مصنف: علامہ شاھہ ولي الله محدث دهلوي
14. التمهيد ــ مصنف: علامہ ابن عبدالبر
15. تاريخ الخلفا ــ مصنف: علامہ جلال الدين السيوطي
16. الفهرست ــ مصنف: علامہ ابن النديم
17. تدريب الراوي ــ مصنف: علامہ جلال الدين السيوطي
18. لامع الدراري ــ مصنف: علامہ رشيد احمد گنگوهي
19. كشف الظنون ــ مصنف: علامہ حاجي خليفه
20. الاجوبة الفاضلة ــ مصنف: علامہ عبدالحي الكنوي
21. المستطرفه
22. مشكواة ــ مصنف: ولي الدين محمد بن عبدالله
23. المصابيع ــ مصنف: الخطيب

## محدثن يلارن جي منقبت

محدث مصطفيٰ محبوب جا خالص خدام آهن،
ڪندا خدمت حديث سندي اهي منڙا مدام آهِن.

اُتِئي ويٺي جنين وردِ زبان آ قال رسول الله،
حبيبن جي هر ادا ڪي ڪندا اظهار عام آهِن.

صحابه، تابعي ۽ تبع تابعي ويا حديث لکي،
خبر ناهي ته منڪر جي گهرن ۾ ڇو ماتام آهِن.

قرآن ڪريم ڪان پوءِ ٻيو دليل آ سنت نبوي،
حديث ٻڌايو تولاءِ هي حلال ۽ هي حرام آهِن.

آهِن مُنڪِرَ يهودين ۽ نصارن جا ايجنٽ ادا،
حبيبن جي حديث ڪان تڏهن هي جهليندا جام آهِن.

بخاري، مسلم و نسائي ابوداڻود ابن ماجه،
ترمذي هي ڇهئي عِلمِ حديث اندر امام آهِن.

نه هڪ ادريس پر سُنِي سيئي منڪر جو رد لکندا،
اهي مڙندا ڪتان جي گهوٽ عربيءَ جا غلام آهن.



# صلواة وسلام۔1

يا نبي سلام عليک۔ يا رسول سلام عليک
يا حبيب سلام عليک۔ صلواة الله عليک

جي آئين جناب عالي – اي عرب، عجم جا والي
ذات تنهنجي آ نرالي، ڪونہ در تان ويو ڪو خالي
يا نبي سلام عليک

چا چوان مان شان تنهنجو – شان بي پايان تنهنجو
سير لامڪان تنهنجو – رب ميزبان تنهنجو
يا نبي سلام عليک

تنهنجي ذات پاڪ رحمت –تون خدا جي خاص نعمت
تنهنجي آسري آ اُمت تنهنجي صدقي ملندي جنت
يا نبي سلام عليک

رهنما اسان جا رهبر دلربا اسان جا دلبر
اي حبيب پاڪ پرور۔ لله ڪا نظرِ ڪرم ڪر
يا نبي سلام عليک

ڏاهري جا ڏک ختم ڪر۔ اي ڪريم تون ڪرم ڪر
دور درد ۽ الم ڪر معاف مشڪلاتون غم ڪر
يا نبي سلام عليک

اي ادريس جا سهارا۔ پاڪ رب سندا پيارا
ڪر پلائي تون پلارا۔ معاف ڪر سيئي مونجهارا
يا نبي سلام عليک

السلام اي سڀ نبين جا نبي۔ السلام اي واقف راز ربي
السلام اي نور نرمل نامدار۔السلام اي مفلسن جا مددگار
تو مٿان لک لک صلواتون لک سلام
تا پڙهون ٻيهي ادب سان سڀ غلام

## حبيب پاڪ ﷺ تي صلواة وسلام 2

سيد الانبياء تي ڪروڙين سلام
سرور اصفيا تي ..............................

جو سوا لک نبين جو سر تاج آ۔ ماڻيو ڪنهن محب جهڙو نہ معراج آ
اهڙو ڪنهن کي نہ ڏاتر ڏنو ڏاج آ۔ شاهہِ هر دوسرا تي
ڪروڙين سلام

جنهن تي خالق ڪئي آ نبوت ختم۔ جنهن جو سيني ڪان آ شان اعليٰ اُتم
جنهن جي خاڪِ قدم جو ڪنيو ربَ قسم۔ صاحب والضحيٰ تي
ڪروڙين سلام

جنهن صحابن ۾ پهريون نمبر آ ڪتيو۔ غار ۾ نانگ تي پير اُن جو پتيو
پر هي حبدار هرگز نہ پوئتي هٽيو۔ بوبڪر با وفا تي
ڪروڙين سلام

جنهن تي راضي خدا ءِ خدا جو رسول۔ جنهن جي دعا تي ڪرم سان ڪئي قادر قبول
جنهن عدالت جو قائم ڪيو اعليٰ اصول – تنهن عمر دلربا تي
ڪروڙين سلام

جنهن ڪيو عشق سان جمع قرآن آ- جنهن تي مالڪ هميشه مهربان آ
سو نبي پاڪ جو نياڻو عثمان آ- تنهن سراپا حيا تي
ڪروڙين سلام

پاڪ پرور جو پيارو آ شيرِ خدا- دلربا ۽ دلارو آ شير خدا
سونهن وارو سوپارو آ شيرِ خدا- مير مشڪل ڪشا تي
ڪروڙين سلام

مصطفيٰ مير جون چار نياڻيون ڀليون -باعمل سمجھ واريون سياڻيون ڀليون
جن ڪيون پنهنجي پيءُ سان رهاڻيون ڀليون - تن جي عزِ عُلا تي
ڪروڙين سلام

جملي اولاد ازواج اطهار تي- خاص خاتون جنت جي دلدار تي
يعني حضرت حسن محب منثار تي- بحر جود سخا تي
ڪروڙين سلام

پيو ٻچو مصطفيٰ جي ڪلهن جو سوار-يعني حضرت حسين ابن حيدر ڪرار
جنهن ملهايو هو ميدان حق تي هوشيار- هادي حق نما تي
ڪروڙين سلام

صاحب فيض و برڪات عالي جناب - پير پيرن جو پيارو آ عزت مآب
علم ۽ عشق جو بي مثل آفتاب- پياري غوث الوريٰ تي
ڪروڙين سلام

بي مثل رب جو محبوب آ بي مثال جنهن جو همسر دنيا ۾ ملڻ آ مهال
شان ڳائڻ جي "ادريس" کي ڇا مجال- بي مثل مصطفيٰ تي
ڪروڙين سلام

# جامع محمديه

(رجسٽر نمبر 1675)

## شاهپور جهانيان ضلع شهيد بينظير آباد

هي عظيم الشان مدرسه تقريباً 40 سالن کان سنڌ جي مشهور محقق، مقرر، مصنف، مبلغ ۽ مفسرِ قرآن حضرت علامه مولانا الحاج محمد ادريس ڏاهري نقشبندي صاحب جي نگراني ۾ عظيم ديني علمي خدمتون انجام ڏيئي رهيو آهي.

هن وقت تائين هزارين جي تعداد ۾ علماءَ ۽ حافظ درسگاهه مان فارغ التحصيل ٿي دين اسلام جي آبياري ڪري رهيا آهن اهل ثروت حضرات کي هن سان تعاون ڪرڻ وقت جي اهم ضرورت آهي.

هن سان گڏوگڏ جديد دنياوي تعليم ڏيڻ جي لاءِ

## اسد پبلڪ ڪاليج

(انگلش مڊيم)

جو قيام به عمل ۾ آندو ويو آهي. جيئن ته قوم جا نونهال ديني تعليم سان گڏوگڏ جديد دنياوي تعليم به حاصل ڪري سگهن.

www.bulbulemadina.com

Designed & Printed by
PEACOCK PRINTERS
Cell # 0300-2152634